# سنڌ جو سوال؟

مرتب

عبدالله حسينِ هارون

ڇپرائيندڙ
سنڌ 21 سينچري فورم، ڪراچي

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | سنڌ جو سوال |
| مرتب: | عبدالله حسين هارون |
| پهريون ڇاپو: | 2015 |
| ڪمپيوٽر لي آئوٽ: | نديم احمد سولنگي |
| ڇپيندڙ: | سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي |
| ڇپائيندڙ: | سنڌ 21 سينچري فورم، ڪراچي |

| | |
|---|---|
| قيمت: | 150.00 روپيا |

رابطي لاءِ

Sea Field 8 & 9
Abdullah Haroon Road,
Karachi-75530

Email:hussain.seafield@gmail.com

# فهرست

# ڌرتيءَ جي گولي تي سنڌ جو مقام

آئون ڪوريا بابت ليڪچر پڙهي رهيو هوس. موضوع هو "ڌرتيءَ جي گولي تي ڪوريا جو مقام." اهو به ڄاڻان ٿو ته ڌرتيءَ تي ڪوريا جي نالي سان ٻه ملڪ آهن :هڪ ڏکڻ ڪوريا جيڪو انتهائي ترقي يافته ملڪ آهي ۽ ان جي ڀيٽ ۾ يورپ جي ڪنهن به اسريل ملڪ سان ڪري سگهجي ٿي. ٻيو آهي اتر ڪوريا جيڪو اسرندڙ ملڪن ۾ شمار ٿئي ٿو ۽ اهو ٽڪرُوئي پاڻ بدلائڻ جي شروعات ڪري سگهي ٿو.

ان ليڪچر مونکي سنڌ بابت سوچڻ تي مجبور ڪيو ته هن وقت ڌرتيءَ جي گولي تي سنڌ جو ڇا مقام آهي. ٻيهر مونکي سنڌ جا ٻه چهرا نظر آيا :هڪ ڪراچي جي شڪل ۾ اجرو. توڙي جو گهڻن مسئلن جو شڪار آهي پر ٻهراڙيءَ واري سنڌ جي ڀيٽ ۾ تمام گهڻو بهتر آهي.

اچو ته هڪ قدم ٻوئتي هلون ,"هن ڌرتيءَ جي گولي تي" آمريڪا ۽ يورپ به آهن. اهي نه رڳو ترقي يافته آهن پر سائنس، ٽيڪنالاجي ۽ عام زندگيءَ جي بهتر معيار کي اجا به وڌيڪ ترقي ڏيارڻ جي ڪوشش ۾ رڌل آهن.

ٻيو روس آهي جيڪو تيل ۽ گئس جي پيداوار سبب تيزيءَ سان اڳتي وڌي رهيو آهي. ان کانپوءِ اسين چين، جپان، ڪوريا ۽ سنگاپور کي ڏسون ٿا جيڪي پڻ پنهنجي عوام جي ڀلي لاءِ پاڻ پتوڙي رهيا آهن. ايتري حد تائين ڄڻ برازيل، ميڪسيڪو ۽ ترڪي به تيزيءَ سان اڳتي وڌي رهيا آهن.

”هن ڌرتيءَ جي گولي تي موجود سنڌ“ کي ويجهڙائي کان ڏسون ٿا ته دنيا ٽي ڀي نظر اچي ٿي. اسان جو پاڙيسري ڀارت آهي جنهن ۾ به بي انتها غربت آهي ۽ عوام ڪيترين ئي پريشانين جو شڪار آهي پر ان جي اوسر جي رفتار مان خبر پوي ٿي ته اهو ملڪ به ويجهي مستقبل ۾ اسريل ملڪن ۾ شمار ٿيڻ لڳندو. اسان جي سامهون عرب ملڪ آهن جي تيل جي دولت سان مالامال آهن. ڪين هن وقت تمام گهڻيون آسانيون ته آهن ۽ ترقي يافته دنيا جي هر سهولت ميسر آهي پر عدم استحڪام، جنگين ۽ تباهين جو شڪار آهن.

اِن گولي جو سفر ڪندا جڏهن اسين پاڪستان پهچون ٿا ته اسان کي ڪراچي، لاهور ۽ اسلام آباد جي شڪل ۾ ڪي قدر ترقي نظر اچي ٿي پر هيءُ ملڪ به عدم استحڪام، اندروني ۽ بيروني جنگين سبب پريشان نظر اچي ٿو ۽ هن جو مستقبل به ڪو ايڏو گهڻو روشن نظر ڪو نه ٿو اچي.

گهمندا ڦرندا جڏهن سنڌ پهچون ٿا ته رڳو 20 سيڪڙو ماڻهن کي ڪجهه سهولتون مليل نظر اچن ٿيون، جڏهن ته 80 سيڪڙو ماڻهو انتهائي ڪسمپرسي واري حالت ۾ نظر اچن ٿا. ڇا سنڌ جو مستقبل ۾ ڪو مقام آهي؟ ان جو جواب آهي ”نه“ جيڪڏهن به اڪيائي تي بدل سياسي ۽ معاشي حالتون، لساني، مذهبي ۽ قبيلائي تڪرار، پاڻيءَ جي کوٽ ۽ وري سيلاب جي موسم ۾ ٻوڏ ۽ درياهه جي بندن جو ٽٽڻ ۽ ماڻهن جو دربدر ٿيڻ، زراعت جي تباهي ۽ امن امان جي صورتحال موجوده رُخ ۾ ائين اڳتي وڌندي رهي ته پوءِ ڪو به مستقبل نظر نٿو اچي.

ها، روشن مستقبل به آهي پر ان لاءِ ضروري آهي ته موجوده رويا تبديل ٿين. جيڪڏهن اسين به سياسي ڌارا ۾ شامل ٿيون، جيڪڏهن

اسين اهو سمجهڻ شروع ڪريون ته لساني، مذهبي ۽ قبيلائي تڪرار ڪيترا هاڃيڪار آهن، جيڪڏهن اسين موجود پاڻي جي وسيلن جو بهتر استعمال ڪرڻ سکون، جيڪڏهن اسين امن امان جي صورتحال بهتر بڻائڻ تي ويچار ڪرڻ شروع ڪريون ته اسان جو به مستقبل آهي.
ها، اهو سچ آهي ته انهن مان ڪا به ڳالهه آسان ڪانهي. جيڪڏهن اسين اهو سمجهون ٿا ته احتجاج ۽ سياسي جدوجهد ڪريون ته جيئڻ ڪو بيو اچي ۽ اسان جا مسئلا حل ڪري ته اهو ممڪن نه آهي ۽ نه وري ڪو ويجهي مستقبل ۾ان جو آسرو به نظر اچي ٿو.

ايندڙ 20 سالن ۾ سنڌ جو ڪهڙو مقام نظر اچي ٿو؟ مثال طور سَجي ساحلي پٽي دبئيءَ جي ساحلن وانگر ترقي يافته، صاف ستري هجي ۽ بين علائقن ۾ به ان ئي رفتار سان آمدني ۾ واڌ ٿئي يا اها اڄ کان به وڌيڪ بدتر هجي؟ ان بابت فيصلو ڪرڻ لاءِ ته تيار ٿيڻو ئي پوندو ۽ ڪنهن نه ڪنهن. ڪي اڳتي وک وڌائڻي ئي پوندي. (علي نواز ميمڻ جي ڪتاب "سنڌ سڌار سوچون" تان ورتل)

نوٽ: تازو 2015ع ۾ ڪمند ۽ سارين جي اگهن جي گهٽتائي سنڌ جي زراعت کي ڪافي نقصان پهچايو آهي ۽ سنڌ وري ڪٽڪ، ڪنڊ ۽ چانورن جي فصلن کان محروم ٿي ويندي.(مرتب)

# سنڌي ڇا ٿا محسوس ڪن؟

سنڌ جي سمورين پارٽين ۽ انهن جي نمائندن جي خدمت ۾ يادداشت نامو

اج سنڌي ڳالهائيندڙ سڀ کان وڏيڪ ويڳاڻپ جو شڪار آهن. پاڪستان جي وجود جي حقيقي خالقن کي نظرانداز ڪيو ويو آهي ۽ کين جاٽي واٽي پوئتي ڌڪيو پيو وڃي. سنڌين جي حقن جي ڳالهه ڪندڙن کي غدار ۽ علحيدگي پسند جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو جڏهن ته اهي پاڪستان جي ڀلائي چاهيندڙ ماڻهو آهن ۽ مظلوم ماڻهن جا حمايتي آهن.

ٻين مڙني ڳالهين سميت سنڌي محسوس ڪن ٿا ته:

- سنڌي زبان ۽ ثقافت کي نظر انداز ڪيو پيو وڃي ۽ کين جاٽي واٽي پوئتي ڌڪڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي. سنڌي ماڻهو اردوءَ جي مخالفت ڪرڻ نٿا چاهين، اهي ته رڳو پنهنجي زبان ۽ ثقافت جي تحفظ جي ڳالهه ڪن ٿا جيڪا هزارين سال قديم آهي.
- ورلڊ بئنڪ ۽ ايشيائي ترقياتي بئنڪ وغيره سميت مختلف عالمي ادارن جي رپورٽن موجب سنڌي ڳالهائيندڙ جن جو وڏو انگ ٻهراڙيءَ

وارن علائقن ۾ رهي ٿو تن ۾ غربت جي شرح ۾ واڌ ٿي رهي آهي. واڌ جي اها شرح پنجاب، سرحد ۽ پاڪستان ۾ غربت جي سراسري شرح کان وڌيڪ آهي. لڳ ڀڳ 60 سيڪڙو سنڌي غربت جي لڪير کان به هيٺ زندگي گهاري رهيا آهن. اهي محدود اندازا آهن، حقيقت ان کان به ڀيانڪ ٿي سگهي ٿي.

* سنڌ ۾ هن وقت زراعت ۽ پيئڻ لاءِ پاڻي جي اڻاٺ آهي. سنڌين جا گلا خشڪ ٿي چڪا آهن ۽ زمينون غير آباد ٿي ويون آهن. ماضيءَ ۾ هو پاڻي جي گهٽائي سبب سکيا ستابا هئا ۽ زراعت اوج تي هئي. ٻئي طرف هاڻي سنڌين کي پاڻي جو حصو به پورو نٿو ڏنو وڃي. ڪين برساتي پاڻي جي تيز وهڪري حوالي ڪيو ويو آهي ۽ اهو به سندن حصي ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو. ٻئي طرف ٻين صوبن جي ڇنڊڻين جو زهريلو پاڻي سنڌوءَ ۾ ڇڏيو پيو وڃي جنهن جي نتيجي ۾ گندي پاڻيءَ سان لاڳاپيل ڪيترين ئي وچڙندڙ بيمارين منهن ڪڍيو آهي.

* تازو ڪجهه سالن کان سنڌ صوبو ڄاڻي واڻي ايم ڪيو ايم حوالي ڪيو ويو آهي. سنڌ جا ٻهراڙيءَ وارا علائقا جاگيردارن، سردارن، وڏيرن حوالي ڪيا ويا آهن. امن امان جي صورتحال جرڳن حوالي ڪئي وئي آهي. وچولي طبقي جي ماڻهن کي هٿ وٺي هيسائڻ ۽ ختم ڪرڻ جو سلسلو شروع ڪيو ويو آهي.

* سنڌين پاڪستان جي تحريڪ ۽ آزاديءَ لاءِ تمام گهڻي عملي جدوجهد ڪئي. سنڌي خوددار آهن. اهي غربت ۾ رهڻ ته پسند ڪندا پر پاڪستان ۾ ٽئين درجي جو شهري بڻجڻ هو پنهنجي شان جي خلاف سمجهن ٿا. ان پاڪستان ۾ ڪين ٽئين درجي جو شهري بڻجڻ تي مجبور ڪيو پيو وڃي جنهن پاڪستان جي قيام لاءِ هنن اسيمبلين ۽ عملي ميدان ۾ جدوجهد ڪئي.

سنڌي مڙني سياسي پارٽين، فوج ۽ ڪامورا شاهي تي اهو واضح ڪرڻ چاهين ٿا ته ساڻن برابريءَ وارو سلوڪ ڪيو وڃي. سنڌي پاڪستان جي وفاق ۾ برابريءَ جو حصو چاهين ٿا.

سنڌي ان جي پڪي پختي خاطري چاهين ٿا تہ کين پاڪستان ۾ برابر جي شهريءَ وارو درجو حاصل هوندو. اهي، پاڪستان جي سمورين پارٽين، فوج ۽ ڪامورا شاهي جي مدد چاهين ٿا تہ:

1. سنڌي زبان ۽ ثقافت جي تحفظ ۽ ترقيءَ لاءِ مناسب قدم کنيا ۽ وسيلا فراهم ڪيا وڃن.
2. ماضيءَ جي ڪوتاهين جي ازالي لاءِ سنڌ ۾ تعليم جو معيار بهتر بڻايو وڃي ۽ روزگار جا وڌ کان وڌ موقعا فراهم ڪيا وڃن تہ جيئن غربت جي شرح ۾ گهٽتائي اچي سگهي ۽ غربت جي اها شرح سڄي پاڪستان جي سراسري شرح کان گهٽ حد تي پهچي سگهي، يعني 60 سيڪڙو کان 30 سيڪڙو تي.
3. سنڌ جي ٻهراڙيءَ وارن سمورن ووٽرن جي داخلا رکي وڃي.
4. شفاف ۽ اڻڌريون مڪاني چونڊون ڪرايون وڃن ۽ ان جي بنياد تي کين صوبائي حڪومت ۾ جائز حصو ڏنو وڃي.
5. سنڌ حڪومت ۾ اهڙا سنڌي اڳواڻ شامل ڪيا وڃن جيڪي سنڌين سان مخلص هجن. ان سلسلي ايم ڪيو ايم ۽ وفاق/استيبلشمينٽ جي پسند ۽ ناپسند کي دخل نہ هجڻ گهرجي.
6. هٿياربند فوج ۾ آباديءَ جي لحاظ کان آفيسرن ۽ جوانن ۾ سنڌين جو حصو پورو ڪرڻ لاءِ وڏي پئماني تي ڀرتيون شروع ڪيون وڃن.
7. وفاق جي آمدنيءَ ۾ وڌ کان وڌ حصو ڏيندڙ سنڌ کي ان جو جائز ۽ وسيلن جي بنياد تي حصو ڏنو وڃي. سنڌ جي تيل، گئس ۽ معدنيات جا وسيلا سنڌين جي ڀلائي ۽ ترقي تي خرچ ڪيا وڃن، نہ ڪي اهڙن ميگا پروجيڪٽن تي جن مان رڳو چند خاص ماڻهو فائدو حاصل ڪري سگهن.
8. پاڻي ۽ بجلي جي ورهاست لاءِ ترت اهڙي پاليسي جوڙي وڃي جنهن سان زراعت ۽ پيئڻ لاءِ پاڻي ۽ بجلي سنڌ جي ٻهراڙين کي بہ ملي سگهي. سنڌين کي پوئتي ڌڪڻ واري پاليسي ختم ڪئي وڃي 10 سيڪڙو ڊائون ڪوٽڙي بيراج پاڻي ڏئي بدين ۽ ٺٽي جي زرعي زمين کي بچايو وڃي.

نوٽ: تازو قومي اسيمبليءَ ۾ مارئي ميمڻ پاران پيش ڪيل ٻوليءَ جي بل جي حوالي سان پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي اراڪين قومي اسيمبلي سنڌي ۾ ٻين صوبائي ٻولين کي قومي ٻولي بڻائڻ جي مخالفت ڪئي جنهن تي هن بل واپس ورتي ڇڏيو.

# سنڌ ۾ روزگار جو مسئلو ۽ ان جو تدارڪ

سنڌ جي معاشي بحالي واري ڪميٽيءَ جي ملازمت جي موقعن بابت سب ڪميٽي، ان تي افسوس ظاهر ڪيو تہ سنڌ ۾ ملازمت جا بيشمار موقعا موجود هئا، پر غيرواضح پاليسين سبب تمام گهڻ سنڌي ماڻهن کي نوڪريون ملي سگهيون. سب ڪميٽي ان سلسلي ۾ تفصيلي رپورٽ پيش ڪئي، جنهن ۾ ترت قدم کڻڻ جوڳن قدمن جي تفصيلن ۾ گهٽ مدي ۽ ڊگهي مدي وارين پاليسين جي بہ وضاحت ڪئي وئي هئي.

سب ڪميٽي بيروزگاريءَ جي خاتمي لاءِ مختصر مدت وارن اپائن جي وضاحت ڪئي، ڊگهي مدي وارن اپائن جو تفصيل ضميمي ۾ ڏنو ويو آهي ۽ ننڍي مدي وارا جيڪي قدم کڻڻ صوبائي حڪومت جي وس ۾ آهن. انهن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

(1)_ موجوده سوشل سيڪورٽي ۾ ٻين ادائيگين جي مد ۾ چوٽ جي حد 9 آهي ۽ اها واپارين ۽ صنعتڪارن جي حوصلہ شڪني ڪري ٿي، جنهن ڪري اهي نوڪرين جا وڏيڪ موقعا پيدا ڪرڻ کان لنوائن ٿا. شروعاتي ٽن سالن لاءِ واپارين ۽ صنعتڪارن کي سوشل

سيڪورٽي ۽ ٻين ادائيگين جي مد ۾ ڇوٽ جي حد 9 بدران 25 هجڻ گهرجي. سوشل سيڪورٽي سميت مختلف ليبر قانونن ۾ ترميم جي ضرورت آهي. ان سان سنڌ ۾ملازمتن جا موقعا پيدا ٿي سگهن ٿا.

(2)۔ توڙي جو موجوده قانون ۾ ”ڪانٽريڪٽ ليبر“ جي اجازت نہ آهي، پر پوءِ بہ گهڻو ليبر ڪانٽريڪٽ جي بنياد تي ڀرتي ڪيو وڃي ٿو. ڪانٽريڪٽ بنياد تي ليبر ٺيڪيدار فراهم ڪن ٿا. اهڙو قانون بنائڻ گهرجي تہ ٺيڪي تي فراهم ڪيل ۽ مقرر ڪيل ليبر ۾گهٽ ۾ گهٽ 50 سيڪڙو مقامي ماڻهو هجن. هڪ سال اندر اهو تعداد وڌائي 80 سيڪڙو ڪيو وڃي. جيڪي بہ صنعتڪار ان قانون تي عمل نہ ڪن، تن تي گهٽ ۾ گهٽ 1000 (هڪ هزار) روپيا في پورهيت جي حساب سانْ ماهوار ڏنڊ رکيو وڃي. ان سلسلي ۾ فوري نوٽيفڪيشن جاري ڪيو وڃي ۽ گهٽ ۾ گهٽ 50 سيڪڙو مقامي پورهيتن جي ڀرتي کي يقيني بڻايو وڃي.

(3)۔ ڪور ڪمانڊر ۽ ڊائرڪٽر جنرل رينجرس مقامي ماڻهن جي ڀرتيءَ کي يقيني بنائين ۽ مقامي ماڻهن کي فوج ۽ ٻين ادارن ۾ملازمتن ڏانهن راغب ڪرڻ لاءِ جوڳا اپاءَ وٺن. ان سلسلي ۾ قد وغيره ۾ جيترو ممڪن ٿي سگهي رعايت ڏني وڃي ۽ رعايتن ۾ جوڳو واڌارو ڪيو وڃي.

(4)۔ نيشنل ڊرينيج پروگرام اسڪيمن ۾ 100 سيڪڙو مقامي ماڻهن کي رکڻ وارو عمل يقيني بنايو وڃي ۽ ٺڪيدارن کي اهڙيون هدايتون جاري ڪيون وڃن. آبپاشي کاتي کي هدايت ڪئي وڃي تہ ٽينڊر ۾ اهڙا شرط رکي ۽ ان تي عمل کي يقيني بڻائي.

(5)۔ ان سلسلي ۾ سنڌ توڙي وفاق جي ٽينڊرن جي شرطن ۽ ضابطن ۾ هيٺيان شرط لازمي رکيا وڃن:

(i) سمورا 100 سيڪڙو غير هنرمند پورهيت سنڌي هوندا.

(ii) سول ورڪس/ مڪينيڪل/ اليڪٽريڪل/ اليڪٽرانڪس/ ڪمپيوٽر ٽيڪنيڪل اسٽاف (انجنيئرز ۽ ڊپلوما هولڊرز) جو

80 سيڪڙو لازمن مقامي ماڻهن تي ٻڌل هجي، جيڪي سنڌ جا مستقل رهاڪو هجن ۽ گهٽ ۾ گهٽ گذريل 15 سالن کان سنڌ ۾ رهائش رکندا هجن.

(iii) آپريٽرز وغيره لاءِ لازمي شرط رکيو وڃي تہ نيڪيدار گهٽ ۾ 10 سيڪڙو ٽريني آپريٽر رکندا، جن کي سکيا مڪمل ڪرڻ کانپوءِ مستقل ڪيو ويندو.

انَ سلسلي ۾ سنڌ حڪومت/ سنڌ جو گورنر جتي ضروري هجي تہ هدايتون جاري ڪري سگهن ٿا.

(6)_ انفارميشن ٽيڪنالاجيءَ جون سهولتون سڄي سنڌ تائين وڌايون وڃن. سنڌ حڪومت ان سلسلي ۾ رهنمائي ۽ رعايتون رڳو اهڙين فرمن کي فراهم ڪري جيڪي اها ٽيڪنالاجي سڄي صوبي تائين وڌائين. وڌيڪ رعايتن لاءِ لازمي هجي تہ فرم صوبي جي ننڍن ننڍن شهرن ۾ بہ پنهنجي برانچ قائم ڪري. رٽابندي ۽ ترقيات، تعليم کاتو پورهئي ۽ ٽرانسپورٽ کاتي کي بہ هدايتون جاري ڪيون وڃن تہ واڌو عملي کي بيروزگاري کان بچائڻ لاءِ اهڙا تربيتي ادارا قائم ڪن جن ۾ کين فني سکيا ڏئي ٻين کاتن ۾ رکيو وڃي تہ جيئن اهو واڌو عملو بيروزگاري کان بچي سگهي.

(7)_ اهو نوٽ ڪيو ويو آهي تہ وفاقي ۽ صوبائي حڪومت سنڌ ۾ نوڪرين تي نااهل ماڻهن کي سفارش ۽ رشوت جي بنياد تي نوڪريون ڏنيون ويون آهن. وفاقي حڪومت ۾ ڪيترن ادارن جا سربراهہ بہ اجا مقرر نہ ڪيا ويا آهن، جنهن ڪري آپگهات جا واقعا ۽ بيروزگاري وڌي رهي آهي. حڪومت فوري طور مقررين تان پابندي هٽائي ۽ جن کاتن ۾جايون خالي آهن، اتي مقامي ماڻهن کي ملازمتون فراهم ڪري. خالي جاين تي مقامي ماڻهو رکيا وڃن ۽ اهي جايون ميرٽ جي بنياد تي پريون وڃن. سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان پاس ڪندڙ اميدوارن کي اوليت ڏني وڃي. ناٽي وارو کاتو ان سلسلي ۾ سمورن لاڳاپيل کاتن کي هدايتون جاري ڪري سگهن ٿا.

(8)۔ سب ڪميٽيءَ جي علم ۾ اها ڳالهه آئي آهي ته ڪراچي هوائي اڏي تي مقررين ۾ سنڌي ماڻهن سان به اڪيائي ٿي رهي آهي. ان سلسلي ۾ صوبائي حڪومت قدم کڻي ۽ مقامي ماڻهن جي ڀرتي يقيني بڻائي. ان سلسلي ۾ بچاءُ واري وزارت/ سول ايوي ايشن اٿارٽيءَ سان رابطو ڪيو ويجي. سي اي اي/اي ايس ايف ۾ ڪراچي ايئرپورٽ تي سنڌي ماڻهن کي ڀرتي ڪيو وڃي.

(9)۔ ڪراچي پبلڪ ٽرانسپورٽ سوسائٽي جلد ئي ميٽرو بسون هلائڻ جي سلسلي ۾ تمام گهڻيون ملازمتون فراهم ڪرڻ واري آهي. ان ۾ سنڌ جي مستقل باشندن جي ڀرتي يقيني بڻائي وڃي ۽ سنڌن تربيت جو بندوبست ڪيو وڃي.

(10)۔ حڪومت پاران رائٽ سائيزنگ جي سلسلي ۾ (اڳوڻو) ناڻي وارو وزير جناب شوڪت عزيز چئي چڪو آهي ته سنڌ جي ڪنهن به شهريءَ کي ملازمت مان نه ڪڍيو ويندو. واڌو عملي کي ٻين کاتن ۾ مقرريءَ لاءِ سکيا ڏني ويندي. افرادي قوت واري ڊائريڪٽوريٽ، پورهئي ۽ ٽرانسپورٽ واري وزارتن سان لهه وچڙ ۾ اچي واڌو عملي جي سکيا جو بندوبست ڪري ته جيئن کين متبادل روزگار فراهم ڪري سگهجي ۽ ان لاءِ جوڙيل طريقيڪار تي سختي سان عمل ڪيو وڃي. تربيتي ادارن ۾ نوڪرين جي ضرورتن موجب نوان ڪورس شروع ڪيا وڃن.

(11)۔ (افرادي قوت، سماجي ڀلائي واري کاتي ۽ تعليم کاتي ۾ سکيا جون سهولتون فراهم ڪيون وڃن. ان لاءِ تربيت ڪورس شروع ڪيا وڃن جيئن وڌيڪ هنرمند ماڻهو پيدا ڪري سگهجن. ان سلسلي ۾لاڳاپيل وزارتن کي هدايتون جاري ڪيون وڃن.

(12)۔ (قامي، قومي ۽ عالمي سطح تي ملازمتن لاءِ صنعتڪارن جي تنظيمن، انفارميشن ٽيڪنالاجي پروفيشنل سطح جي مختلف تنظيمن، قومي ۽ عالمي ۽ ريڪروٽنگ ايجنسين سان لهه وچڙ ۾ اچي سکيا لاءِ ڪورس ترتيب ڏنا وڃن. ان سلسلي ۾ فنڊ مختص

ڪيا وڃن ته جيئن افرادي قوت ۾ سگهه اچي، پورهئي ۾ ٽرانسپورٽ وارا
ڪاتا مالي ڏکيائين کي منهن ڏئي سگهن.

(13)_ (غريب شاگردن کي انفارميشن ٽيڪنالاجي جي سکيا ڏيڻ لاءِ
اسڪالرشپ پروگرام وڏي پئماني تي شروع ڪيو وڃي ته جيئن
هنن جي به انفارميشن ٽيڪنالاجيءَ تائين رسائي ممڪن ٿي
سگهي. ان سلسلي ۾ قرض ڏيڻ جي اسڪيم به شروع ڪئي وڃي ۽
تربيت مڪمل ڪندڙ جڏهن ڪمائڻ شروع ڪري ته ڪانئس اهو
قرض واپس وصول ڪيو وڃي. ان طريقي سان اهو پئسو مستقل
بنيادن تي استعمال ڪري سگهجي ٿو. اهي قرض جاري ڪرڻ لاءِ
صوبائي ناٽي واري ڪاتي کي هدايتون جاري ڪيون وڃن. واپس
وصول ٿيندڙ رقم افرادي قوت ۾ تربيت واري ڊائريڪٽوريٽ جي
ڊسپوزل تي هجي ته جيئن آءِ ٽي لاءِ غريب شاگردن کي سکيا ڏيڻ
جو سلسلو جاري رکي سگهجي.

(14)_ پرڏيهه ۾ ليبر جي فراهميءَ لاءِ ڪيٽگريز مقرر ڪيون وڃن ۽
اوورسيز ايمپلائمينٽ ڪارپوريشن کي صوبائي سطح تي رکيو
وڃي ۽ نوڪريون ايمپلائمينٽ ايڪسچينج سنڌ معرفت ڏنيون
وڃن. ان لاءِ لاڳاپيل ڪاتي کي هر ممڪن سهولتون فراهم ڪيون
وڃن.

(15)_ SZBIST گريجوئيٽس کي مارڪيٽ جي ضرورتن موجب سکيا ڏيڻ
لاءِ هڪ شارٽ ٽرم ڪورس پروگرام شروع ڪيو آهي. ان ۾ انٽرويو
ڏيڻ جي سکيا، ڪمپيوٽر جو علم ۽ ٻيا ڪورس لازمي شروع ڪيا
وڃن. اهي ڪورس پروگرام اهڙيءَ طرح ترتيب ڏنا وڃن جو تربيت
حاصل ڪندڙن کي نوڪري حاصل ڪرڻ ۾ ڏکيائي پيش نه اچي ۽
اهي هڪ يا ٻن سالن ۾ ايتري سکيا حاصل ڪري وٺن.

(16)_ (ترقياتي پروگرامن ۾ پبلڪ فنڊنگ گهٽ آهي، ان جي واڌاري لاءِ
ضلعي سطح تي ڊي سي او جي چيئرمين شپ ۾ ڪوآپريٽو
سوسائٽيز جوڙيون وڃن، جيڪي پبلڪ سيڪٽر جي مدد سان
ضلعي هيڊڪوارٽر ۽ ننڍين ننڍين شهرن ۾ترقياتي رٿائون شروع

ڪن. هائوسنگ، ڪمرشل ۽ صنعتي پروجيڪٽ انهن سوسائٽيز معرفت تيار ڪيا وڃن، جن ۾ پبلڪ سيڪٽر جو حصو هجي. ان طريقي سان ملازمت جا نوان موقعا پيدا ڪري سگهجن ٿا.

(17)۔ (اهڙا تعليمي قابليت رکندڙ جيڪي مناسب تجربو نٿا رکن تن کي مناسب معاوضي تي سرڪاري کاتن ۾ انٽرن شپ پروگرام تحت رکيو وڃي ۽ خالي جاين تي انهن جي مقرري يقيني بڻائي وڃي. گورنر ان سلسلي ۾ سمورن انتظامي کاتن کي هدايتون جاري ڪري سگهي ٿو ۽ ان لاءِ مناسب رقم به رکي وڃي.

(18)۔ (خانگي سيڪٽر کي انٽرن شپ /تربيتي مقررين لاءِ رعايتون ڏئي راضي ڪيو وڃي. ان ڏس ۾ اپرينٽس شپ قانون تي سختيءَ سان عمل ڪيو وڃي. ۽ اپرنٽس/ تربيت وٺندڙن کي ليبر لا تحت سهولتون ڏنيون وڃن. ان لاءِ پورهئي ۽ ٽرانسپورٽ واري کاتي (افرادي قوت ۽ سکيا جي ڊائريڪٽوريٽ) کي هدايتون جاري ڪيون وڃن. ان سلسلي ۾ 1962ع جو اپرينٽس شپ قانون موجود آهي، ان تي عمل ڪيو وڃي.

(19)۔ خانگي سيڪٽر ۾ موجود انفارميشن ٽيڪنالاجي سينٽرن کي به استعمال ڪري سگهجي، کين هدايتون ڏنيون وڃن ته هو سيڪڙا ٽن کي سکيا ڏيڻ لاءِ استادن کي تربيت ڏين. سرڪاري اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ وسيع پئماني تي ڪمپيوٽر لٽريسي پروگرام شروع ڪيا وڃن. ان سلسلي ۾ ٻهراڙيءَ وارن علائقن ۾ تربيتي مرڪز قائم ڪرڻ، رعايتون ۽ قرض ڏيڻ جهڙيون سهولتون فراهم ڪيون وڃن ته جيئن اهي ڪمپيوٽر ۽ ٻيو ضروري سامان خريد ڪري سگهن. اهو پروگرام وڏي پئماني تي شروع ڪيو وڃي. ان سلسلي ۾ تعليم کاتي پورهئي ۽ ٽرانسپورٽ واري کاتي کي هدايت ڪئي وڃي ته ڪاليجن، اسڪولن ۽ ٽيڪنيڪل/ ووڪيشنل ٽريننگ سينٽرن ۾ وڏي پئماني تي پروگرام شروع ڪن ۽ ان ۾ سنڌ جي ٻهراڙي وارن علائقن کي اوليت ڏني وڃي.

(20)_ ضلعن ۾ سرڪاري خريداري مقامي سطح تي ڪئي وڃي، خاص طور فرنيچر ۽ سائنسي سامان جي سلسلي ۾ مقامي طور مينو فيڪچررز جي حوصلا افزائي ڪئي وڃي. ان سان ضلعي ۾ بيروزگاري گھٽبي ۽ هنرمندن ۾ واڌارو ٿيندو. ان لاءِ تعليم کاتي وغيره کي به هدايتون به جاري ڪري سگھجن ٿيون.

(21)_ ان سلسلي ۾ سرڪاري مشينري وغيره جا آرڊر ڏيڻ لاءِ اهڙن ورڪشاپس وغيره کي ترجيح ڏني وڃي جيڪي تربيتي ادارا به هلائيندا هجن. ٽيڪنيڪل ٽريننگ سينٽرز ۽ پولي ٽيڪنڪ ڪاليجن کي به مقامي طور سامان جي تياريءَ جون سهولتون ڏنيون وڃن ته جيئن اهي سامان تيار ڪرڻ سان گڏوگڏ مناسب سکيا جو به بندوبست ڪري سگھن.

(22)_ صنعتي ادارن کي رعايتون ۽ سهولتون ڏنيون وڃن ته اهي پورهيتن جي ڀرتيءَ لاءِ سنڌ جي پهراڙيءَ وارن علائقن تائين وڃي سگھن يا پنهنجا نمائندا موڪلي سگھن. ان سلسلي ۾ ليبر ۽ ٽرانسپورٽ واري کاتي کي رقم فراهم ڪئي وڃي ته جيئن هو صنعتي ادارن جي ٽيم کي پهراڙين تائين پهچائي سگھن ۽ يونين ڪائونسل سطح تي اپرينٽس شپ پروگرام به شروع ڪيا وڃن ته جيئن صنعتي پورهيت پيدا ڪري سگھجن. حڪومت کي گهرجي ته سکيا وٺندڙن کي مناسب معاوضو ڏئي ته جيئن ڪارخانيدارن تي وڏيڪ مالي بار نه پوي.

(23)_ افرادي قوت واري ڊائريڪٽوريٽ پاران تجويز ڪيل سيلزمين ٽريننگ واري رٿا تي عمل ڪيو وڃي ۽ ان کي هلندڙ مالي سال دوران ترقياتي رٿا واري حيثيت ڏني وڃي. ان سلسلي ۾ مقامي دڪاندارن کي سهولتون ڏئي تربيتي پروگرام شروع ڪيا وڃن. رٿابندي ۽ ترقي واري کاتي کي هدايت ڪئي وڃي ته افرادي قوت ۽ سکيا واري ڊائريڪٽوريٽ جي رٿائن کي منظور ڪري انهن کي شروع ڪري ۽ جيڪڏهن مناسب هجي ته ان ۾ جوڳيون ترميمون به ڪري سگھجن ٿيون.

(24) _ رهائشي عمارتن ۾ ڪي جي/ نرسري اسڪول قائم ڪرڻ تي لڳايل پابندي ختم ڪئي وڃي. ان جي بدلي ڪامپليڪس يا رهائشي پروجيڪٽس جي همت افزائي ڪئي وڃي ته اهي پنهنجون ايجوڪيشن سوسائٽيز قائم ڪن. ان سان ملازمت جا وڏيڪ موقعا پيدا ٿيندا.

(25) _ خانگي ڪمرشل بئنڪن سميت سمورين بئنڪن کي هدايت ڪئي وڃي ته مائيڪرو ڪريڊٽ بئنڪ سميت مني ڪريڊٽ فنڊ اسڪيمون شروع ڪن. مائيڪرو ڪريڊٽ سچي سنڌ ۾ ملازمت جي خاطري ڪرائي سگهجي ٿو. ان سلسلي ۾ وفاقي ناڻي واري ڪاتي سان لهه وچڙ ۾ اچي سگهجي ٿو ته جيئن بئنڪن کي هدايتون جاري ڪري سگهجن.

**ملازمت جا موقعا پيدا ڪرڻ ۽ افرادي قوت جي ترقيءَ لاءِ وڌيڪ حڪمت عملي:**

* فزيڪل ۽ سوشل انفرا اسٽرڪچر جي ترقي ۾ اصل ڏيان ملازمتن جا وڌيڪ موقعا پيدا ڪرڻ تي ڏنو وڃي ۽ ننڍن شهرن ۽ ڀرواري واري علائقن کي اوليت ڏئي ڳوناٽي صنعت کي هٿي وٺرائي وڃي. ان سان وڏن شهرن ڏانهن لڏپلاڻ گهٽبي ۽ مقامي سطح تي بيروزگاري ۾ گهٽتائي ٿيندي.
* جڏهن کان انفارمل سيڪٽر واڌو ليبر فورس جو وڏو حصو کپائڻ شروع ڪيو آهي تڏهن کان ترقي ۽ پئداواري صلاحيت جي واڌاري لاءِ انفارمل سيڪٽر/ ننڍي پئماني تي هلندڙ ادارن کي وڌيڪ ترقي ڏيارڻ جي گهرج به وڌي آهي. ان ڪري پنتي پيل علائقن ۾ روزگار جا وڌيڪ موقعا پئدا ڪرڻ اهڙن ادارن جي پنتي پيل علائقن تائين رسائي جي ضرورت به وڌي آهي. ان تي ڌيان ڏيڻ جي ضرورت آهي.
* عورتن کي معاشي سرگرمين ۾ شامل ڪرڻ لاءِ مقامي سطح تي آمدنيءَ جو موقعا ڏنا وڃن ۽ حصو وٺندڙ عورتن جي حوصلا افزائي ڪئي وڃي.

* سماجي ۽ خانگي شعبن ۾ ملازمتن جا وڌيڪ موقعا پيدا ڪرڻ لاءِ تعليم يافتہ طبقي جي همت افزائي ڪئي وڃي ۽ سندن معاشي گهرجن جو پورائو ڪيو وڃي.
* هنرمند پورهيت معاشي ترقي ۾ اهم ڪردار ادا ڪري سگهي ٿو ۽ ان لاءِ خانگي شعبو گهڻو مددگار ثابت ٿي سگهي ٿو.
* تربيت يافتہ پورهيت پيداوار تي خرچ گهٽائڻ ۽ ليبر ڊسيپلين ۾ مددگار ثابت ٿي سگهي ٿو.
* پورهيتن لاءِ پرڏيهہ ۾ ملازمتن جي ڳولا ڪئي وڃي.
* خودروزگار اسڪيم تحت تعليم يافتہ هنرمند ۽ ننڍيون صعنتون قائم ڪندڙن جي حوصلا افزائي ڪئي وڃي ۽ کين قرض جون سهولتون فراهم ڪيون وڃن.
* افرادي قوت جي ترقي يقيني بڻائڻ لاءِ نظرداري واري عمل کي اثرائتو بڻايو وڃي. ان سلسلي ۾ صوبي جي چيف ايگزيڪيٽو جي اڳواڻي ۾ ڪابينا جي اسپيشل ڪميٽي جوڙي وڃي، ان ۾ اهم وزارتن کي شامل ڪيو وڃي، جيڪا معاملن تي ڪڙي نظر رکي.
* انجنيئرنگ، اليڪٽرانڪس، ٽيڪسٽائل، پلاسٽڪس ۽ لاڳاپيل ڪيميڪلز، ايگريڪلچرل پروسيسنگ، فروٽ ڪيننگ ۽ پرنٽنگ ۽ پبلشنگ اهڙيون ست صنعتون آهن، جيڪي سڌي يا اڻ سڌيءَ طرح وڏ کان وڏ ملازمتون فراهم ڪري سگهن ٿيون. ان ڪري حڪومت کي سفارش ٿي ڪجي تہ انهن صعنتن جي واڌاري لاءِ خاص اپاءَ ورتا وڃن.
* پورهيتن ۾ نظم ۽ ضبط ۽ ڪم سان دلچسپي پيدا ڪرڻ لاءِ سکيا ۽ تعليمي پروگرام شروع ڪيا وڃن. پورهيتن جي تعليم ۽ انتظامي سکيا تي وڌيڪ ڌيان ڏنو وڃي ۽ صحتمند يونين سازي جي همت افزائي ڪئي وڃي.

**ڳوٺاڻن علائقن ۾ (Agro based) روزگار جي فراهمي:**

هيٺ ڄاڻايل قدم کڻڻ سان ننڍين شهرن ۽ ڀرواري وارن علائقن ۾ نوڪرين جا وڏ ۾ وڏ موقعا پيدا ڪري سگهجن ٿا:

* ٻوناٽي ترقي ۾ ٻهراڙين ۾ صنعتڪاري تمام گهڻي اهميت رکي ٿي ۽ ان سان ٻوناٽي معيشت مضبوط ٿيندي ملازمت جا وڌيڪ موقعا پيداڪري سگهجن ٿا. ان سلسلي ۾ فوري ترقي لاءِ هيٺيان قدم کڻي سگهجن ٿا.
* ننڍين شهرن ۾ انڊسٽريل سپورٽ سينٽر قائم ڪيا وڃن، جيڪي ٻهراڙيءَ جي صنعتن جي مارڪيٽنگ، نظرداري ۽ ڪوالٽي ڪنٽرول، هنرمندن جي تربيت ۽ پيداوار ڏيندڙن جي ترقيءَ تي ڌيان ڏين. ٻهراڙيءَ جي صنعتڪارن کي قرض جي سهولت ڏيارڻ ۾ مدد ڪئي وڃي.
* سمورن ضلعن لاءِ پروجيڪٽ پروفائل ترتيب ڏنا وڃن. مقامي ڪائونسلن کي فنڊ مهيا ڪيو وڃي ته جيئن اهي فني صلاحڪارن جون خدمتون حاصل ڪري سگهن ۽ ڪمرشل بنيادن تي ڪارآمد رٿائون جوڙي سگهن. ان کان پوءِ خانگي شعبي جي انهن رٿائن هلائڻ لاءِ همت افزائي ڪئي وڃي.
* سمال اسڪيل انڊسٽريز ڪارپوريشنز (ايس ايس آءِ سيز) لاءِ خاص سيل جوڙيا وڃن، جيڪي مڪمل طور ٻهراڙيءَ وارين صنعتن سان رابطي ۾ هجن.
* فزيڪل ۽ سوشل انفرااسٽريڪچر جي ترقي لاءِ هيٺ ڄاڻايل قدم کڻي سگهجن ٿا ۽ اهو سلسلو جاري رکيو وڃي.
* بنيادي ڍانچي جون سهولتون فراهم ڪيون وڃن ۽ جتي فارم کان مارڪيٽ وارا رستا ملن، اتي ننڍا دڪان، ڊسٽريبيوشن ڊيپو مرمت/ سروس جون سهولتون ۽ ننڍي پئماني تي ڪمرشل ۽ صنعتي پلانٽن کي ترقي ڏياري وڃي. ان پروگرام جي شروعاتي سيڙپ سيلف فنانسنگ تحت ڪئي وڃي.
* مارڪيٽنگ مرڪز قائم ڪيا وڃن. موجود منڊين لاءِ گردش ۾ رهندڙ فنڊ مهيا ڪيا وڃن ۽ وصوليءَ تي ٻيهر سيڙپ ڪئي وڃي، اهو سلسلو جاري رکيو وڃي.

**شهرن ۾ روزگار جا موقعا:**

شهري سطح تي ملازمت جا موقعا پيدا ڪرڻ لاءِ سمال ڪاٽيج انڊسٽريز اسڪيل/ انفارمل سيڪٽر جي ترقي طرف خصوصي ڌيان ڏنو وڃي ۽ رهائشي ۽ ڪمرشل علائقن جي ترقي سان گڏ سيلف فنانسنگ ۽ سيلف ايمپلائمينٽ اسڪيمون شروع ڪيون وڃن. گهٽ آمدني وارن علائقن ۾ بنيادي انفرا اسٽرڪچر سروسز فراهم ڪيون وڃن.

**سمال اسڪيل سيڪٽر جي اوسر لاءِ خاص سفارشون:**

* قيصلا ڪندڙ سرشتي ۾ اثرائتي نمائندگي هجڻ گهرجي. شهري علائقن ۾ سمال اسڪيل انڊسٽري لاءِ صنعتن يا رٿابندي ۽ ترقي واري ڪاتي ۾ ڏار يونٽ قائم ڪيو وڃي.
* اسٽيٽ بئنڪ کي قرض لاءِ پيشڪش پروجيڪٽ شروع ڪرڻ گهرجن ته جيئن سمال سيڪٽر اسري سگهي. ان لاءِ (الف) تنظيمن جي گروپ جي شڪل ۾ قرض وٺندڙن (ب) لچڪدار واپسي وارين رٿائون ۽ (ت) ان لاءِ ورڪرز کي اهڙي سکيا ڏني وڃي جنهن سان اهي قرض حاصل ڪندڙن سان سڌو رابطو رکي سگهن ۽ ڪين قرضدارن جي صلاحيتن جي مڪمل ڄاڻ حاصل ٿي سگهي.
* سيلف ايمپلائمينٽ جي حوصلا افزائي ڪئي وڃي ۽ ان سلسلي ۾ وڏيڪ اپاءَ ورتا وڃن ۽ قرض جي سهولت کي وڌيڪ آسان بنايو وڃي. پيو ته قرض جي موجوده 50 هزارن واري حد مناسب نه آهي، ان ۾ مناسب تبديلي ڪئي وڃي.

**تعليم يافته بيروزگار:**

تنڌي ۽ وچ مدي واري پاليسين جي مد ۾ هيٺان قدم کنيا وڃن ۽ ان ۾ مئٽرڪ ۽ انٽرميڊيئيٽ وارن کي به شامل ڪيو وڃي.

* پرائمري ايڊيوڪيشن انرولمينٽ وڌائڻ ۽ گهربل هدف حاصل ڪرڻ لاءِ موجوده ٽيچرس ٽريننگ ڊپلوما، جيڪو هڪ سال جو آهي، ۾ حصو وٺندڙن جو تعداد وڌايو وڃي.

* پيرا ميڊيڪل اسٽاف جي تربيت جو پروگرام مقامي ضلعي سطح تي شروع ڪيو وڃي، ان جي سخت ضرورت به آهي.
* خانگي شعبي ۾ تعليم يافته ماڻهن لاءِ روزگار يقيني بڻائڻ لاءِ ڪلريڪل، ڪمرشل سيڪريٽريل تربيت جا پروگرام شروع ڪيا وڃن.
* ڊاڪٽرن جي وڏي تعداد ۾ موجودگي عارضي صورتحال آهي. شهرن ۾ ڊاڪٽرن جي گهڻائي آهي پر ٻهراڙين ۾ سخت کوٽ آهي، ان لاءِ ٻهراڙي ۾ ڪم ڪندڙ ڊاڪٽرن کي خاص رعايتون ڏنيون وڃن ۽ اسپيشلائيزيشن ۽ پوسٽ گريجوئيٽ اسٽڊيز جي سهولت پڻ فراهم ڪئي وڃي. انهن پنهي لاءِ ٻهراڙي ۾ ڪم ڪرڻ لازمي قرار ڏنو وڃي.
* تيزيءَ سان اسرندڙ معيشت لاءِ ضروري آهي ته وڌ کان وڌ انجنيئر پيدا ڪيا وڃن ۽ کين انفرا اسٽرڪچر جي بنيادي تربيت ڏني وڃي. تازو ڊگري حاصل ڪندڙ انجنيئرن جي اپرينٽس شپ وارو اهو پروگرام ان سلسلي ۾ مددگار ثابت ٿي سگهي ٿو.

**افرادي قوت جي ترقيءَ ۾ سيڙپ:**

حڪومت سان گڏ خانگي سيڪٽر کي به ووڪيشنل / ٽيڪنيڪل ٽريننگ ۾ اهم ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي ۽ گڏيل ووڪيشنل ٽريننگ جو سلسلو شروع ٿيڻ گهرجي.

* ووڪيشنل/ ٽيڪنيڪل ٽريننگ جي ڪرندڙ معيار کي بهتر بڻائڻ لاءِ پاليسيون جوڙڻ تي وڌيڪ ڌيان ڏيڻ جي ضرورت آهي. ان لاءِ هيٺيان قدم کڻي سگهجن ٿا:
* موجوده اپرينٽس شپ جي تربيت واري سرشتي ۾ تبديلي جي سخت ضرورت آهي. اهو سسٽم ڪمري ۽ ڪلاس روم سکيا سان جوڙيو وڃي.
* پي ٽي پي کي ووڪيشنل ٽريننگ شروع ڪرڻ لاءِ وڌيڪ فنڊ ڏنا وڃن. ان سلسلي ۾ چيمبر آف ڪامرس اينڊ انڊسٽري، ٽريڊ ايسوسيئيشنز جيئن APTMA ۽ ٻين غيرسرڪاري تنظيمن کان مدد

حاصل ڪرڻ لاءِ رابطو ڪري سگهجي ٿو. حڪومت ڪي تربيت جي سخت نگراني ڪرڻ گهرجي.

* حڪومت اليڪٽرانڪس، ڪمپيوٽر ۽ جديد پيداواري سرشتي لاءِ وڏ ڪان وڏ هنرمند افرادي قوت مهيا ڪرڻ ۾ ڪردارا ادا ڪري سگهي ٿي ۽ ان مد ۾ خاص رٿائون جوڙيون وڃن.
* صوبائي ٽريننگ بورڊ اسڪل اسٽينڊرڊ اينڊ سرٽيفڪشن سسٽم معرفت ٽريڊ ٽيسٽ جو سلسلو شروع ڪيو وڃي. ان سرشتي جي چڪاس جو سلسلو شروع ڪري سگهجي ٿو.

**سنڌ صوبي ۾ ووڪيشنل ۽ ڪمرشل تعليم لاءِ پاليسي پلاننگ بورڊ جو قيام.**

هن بورڊ جي سربراهي رٿابنديءَ ۽ ترقيات کاتي ڪي ڪرڻ گهرجي، جڏهن تہ ميمبرن جي اڪثريت خانگي شعبي جي هجڻ گهرجي.

ان سان اٿرائٽوميڪنزم جوڙڻ ۾ مدد ملنديءَ ۽ اهو سرشتو هر صوبي ۾ ووڪيشنل ۽ جنرل ايڊيوڪيشن سسٽم سان بہ لاڳو ڪري سگهجي ٿو.

هائير ايجوڪيشن، سائنس اينڊ ٽيڪنالاجي (ايس اينڊ ٽي)

سائنس ۽ ٽيڪنالاجي ۾ تحقيق ۽ وڏيڪ تعليم جي سرشتي ڪي بهتر بڻائڻ لاءِ پي ايڇ ڊي رکندڙن جي تعداد ۾ اضافو ضروري آهي. مختصر مدت واري پروگرام ۾ اميدوارن ڪي پرڏيهہ ۾ تربيت ۽ تعليم لاءِ موڪليو وڃي، پر ڊگهي مدي واري رٿابنديءَ ۾ پنهنجي ملڪ ۾ ئي اهڙا ادارا جوڙيا وڃن. پي سي ايس آءِ آر جهڙن تحقيقي ادارن ڪي پوسٽ گريجوئيٽ ڊگري ڏيڻ جو اختيار ملڻ گهرجي. سمورن پي ايڇ ڊي هولڊرز ڪي گهٽ ۾ گهٽ ۾ 18 هين گريڊ ۾ نوڪريون ڏنيون وڃن ۽ ڪين گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي ريسرچ يونيورسٽي ۾ ٻن سالن تائين پڙهائڻ جو پابند ڪيو وڃي.

يونيورسٽين ۾ ليزرس اينڊ فائبر آپٽڪس، جينيٽڪ انجنيئرنگ اينڊ بايو ٽيڪنالاجي، ميٽيريل سائنسز ۽ مائيڪرو اليڪٽرانڪس

جهڙن اهم مضمونن ۾ ٽيڪنالاجي لاءِ گريجوئيٽ ۽ پوسٽ گريجوئيٽ ڪورسز شروع ڪيا وڃن.

بئنڪنگ ڪائونسل جي قرض حسنہ وارو سلسلو سائنس جي شاگردن لاءِ وڏي پئماني شروع ڪيو وڃي. انهن قرض جي وصولي جو سلسلو بهتر ۽ آسان بڻائي وصول ٿيل رقم ٻيهر قرض طور ڏيڻ کي يقيني بڻايو وڃي.

**عورتن جي حصيداري:**

معيشت جي ترقي ۾ عورتن جو ڪردار وڌائڻ لاءِ سندن تعليم تائين رسائي يقيني بڻائي وڃي ۽ عورتن جي ڀلائي وارا خاص پروگرام شروع ڪيا [illegible] پرائمري سطح تي ٻنپهرن جي ڪاڌي پيتي جو مفت يا رعايتي بنياد تي [illegible]ـسٽ ڪيو وڃي. ان سان ڇوڪرين جي داخلا وڌي سگهي ٿي.

عورتن لاءِ روزگار جا موقعا پيدا ڪرڻ لاءِ خاص قدم کنيا وڃن جن ۾:

* ڊيري، ايگريڪلچر ۽ سماجي وڻڪاريءَ جي ميدان ۾ خاص تربيتي پروگرام شروع ڪيا وڃن. زراعت ۾ عورتن جي حصيداري بهتر بنائي وڃي. ان سلسلي ۾ عورتن کي ايڪسٽينشن ايجنٽ ۽ لائيواسٽاڪ سپروائزر طور مقرر ڪيو وڃي.
* ڳوٺاڻين عورتن کي قرض جون بهتر سهولت مهيا ڪيون وڃن. اي ڊي بي پي جي سوڀاڻل ڪريڊٽ اسڪيم ٻيهر شروع ڪئي وڃي ۽ گروپ قرض وارو سرشتو قائم ڪيو وڃي.
* ووڪيشنل ٽريننگ سينٽرن ۾ عورتن جي سکيا لاءِ ڊبل شفٽ شروع ڪئي وڃي ته جيئن کين مختلف هنرن جي نہ رڳو سکيا ڏئي سگهجي، پر کين انڊسٽريل هومز ۽ هنري مرڪزن ۾ سکيا ڏيڻ وارو عمل جاري رکڻ لاءِ نوڪريون بہ ڏنيون وڃن.
* افرادي قوت کي ڏيساور اماڻڻ لاءِ لاڳيتي مهم هلائي وڃي ۽ خاص طورعرب رياستن سميت مختلف ملڪن سان مسلسل رابطو رکيو وڃي.

جوڙيل قانون لاڳو ڪرڻ لاءِ اپاءَ:

1. ٽاٽي، رٽايندي ۽ ترقيات جي وزير کي جيڪو ٽاسڪ فورس جو چيئرمين به آهي، پابند بنايو وڃي ته هو مٿيون تجويزون لاڳو ڪرڻ لاءِ جوڳا قدم کڻي.
2. سيڪريٽري ليبر (جيڪو سب ڪميٽيءَ جو به سيڪريٽري آهي) کي پابند بنايو وڃي ته هو سفارشن کي لاڳو ڪرڻ واري ڪم جي نگراني ڪري.
3. اسين سمجهون ٿا ته صوبائي ڪابينا انهن سفارشن جي منظوري ڏئي ڇڏيندي. منظور ڪيل اپاءَ ۽ سفارشون ترت لاڳو ڪيون وڃن.
4. اهڙا قدم جن جي منظوري وفاقي حڪومت کي ڏيڻي آهي، ان لاءِ صوبائي سرڪار هنگامي بنيادن تي وفاقي حڪومت سان رابطو ڪري ۽ ترت منظوريءَ جي ڪوشش ڪري. جيئن اسين سڀ ڄاڻون ٿا ته سنڌ اهڙو واحد علائقو بڻجي ويو آهي جتهن تي ڌاريا، جاگيردارن ۽ سدا بهار ڪامورن جي مدد سان حڪمراني ڪري رهيا آهن. جيڪڏهن اسين وسيع پيماني تي نظر وجهندا سين ته سنڌ ۾ تمام گهٽيون معاشي سرگرميون نظر اينديون، نوان پروجيڪٽ ڏسڻ ۾ ايندا، اسٽاڪ مارڪيٽ ۾ (جيڪا سنڌ جي دولت آهي) اوسر نظر ايندي. شهري علائقن ۾ وڏيون رهائشي اسڪيمون (بحريا ٽائون، ذوالفقار آباد وغيره) نظر اينديون پر والاريل علائقن وانگر توهان کي ڌرتي ڏٺي ايترا خوش نظر نه ايندا!

سنڌين جا جيڪي ٿي وڏا ۽ بنيادي مسئلا آهن سي آهن: بيروزگاري، بيروزگاري ۽ بيروزگاري. سنڌ ۾ وڏي پيماني تي روزگار جا نوان موقعا پيدا ٿي رهيا آهن، پر انهن تي رٽائرڊ فوجين، ڪامورن جي مٽن مائٽن، دوستن کي مقرر ڪيو پيو وڃي. عام ۽ غير هنرمند پورهيت به ٻاهران گهرايا پيا وڃن. روزگار تي ٺيڪيدارن جي هڪ هٽي قائم آهي.

تعليم يافته سنڌي درخواستون هٿن ۾ کڻي هڪ در کان ٻئي در تائين ڀٽڪندا وتن ٿا. سنڌي انجنيئرن، ڊاڪٽرن، ايم بي ايز ۽ ٻين گريجوئيٽس ۽ پوسٽ گريجوئيٽس لاءِ روزگار جا دروازا بند آهن. ها، ان

جو ڪارڻ تعليمي معيار جي گهٽتائي به آهي پر ان سان اُنهن ماڻهن سان عذرخواهي ته نٿي ڪري سگهجي جن جو تعليم يافته نوجوان اولاد بيروزگاريءَ کان تنگ ٿي آپگهات ڪري رهيو آهي.

سنڌ ۾ پاڻيءَ جي معيار ۽ مقدار ۾ گهٽتائي اچي رهي آهي. پاڻيءَ جي اڻاٺ زندگي ۽ موت جو مسئلو بڻجي وئي آهي. سال ۾ ٻه فصل ڪٽيندڙ آبادگار هڪ فصل به اڌوگابرو ڪڍن ٿا. ان سان وڏي پئماني تي بيروزگاري وڌي آهي. رڳو ڪي سگهارا زميندار آبپاشي کاتي جي (سنڌي) انجنيئرن کي ڏڙڪا دهمان ڏئي پنهنجي فصل لاءِ سياري ۾ پاڻي حاصل ڪن ٿا پر اهڙن خوشنصيب زميندارن جو تعداد ٿورو آهي.

ٻهراڙيون ته الڳ رهيون پر شهري علائقن ۾ به پيئڻ جو صاف پاڻي نٿو ملي. سڄو سال رڳو اها سوچ آهي ته ڪراچي لاءِ وڌ کان وڌ پاڻي حاصل ڪرڻ خاطر ڪئنال ۽ کهڙو ڪئنال اڏيو وڃي. ڪوٽڙي بئراج کان هيٺ دريا ختم ٿي چڪو آهي. مٿان وري ڦٽن تي لوڻ پرڪڻ لاءِ پنهنجن علائقن جو گندو ۽ زهريلو پاڻي سنڌ ۾ ڇوڙيو پيو وڃي جنهن جي نتيجي ۾ خطرناڪ بيماريون پيدا ٿي رهيون آهن.

ان کان پوءِ امن امان جو مسئلو آهي ۽ ان سان گڏ انساني حقن جي ڀڃڪڙين بابت خبرن سان اخبارون ڀريون پيون آهن. اهي روزمره جا واقعا ڏاڍو ڏکوئين ٿا. پاڪستان ۾ ۽ ان کان ٻاهراهي رپورٽون مختلف زاوين کان ڏنيون وڃن ٿيون. عورتن، ٻارن، سياسي مخالفن ۽ اقليتن سان به روز نوان ويل ڪيا وڃن ٿا.

وڌيڪ افسوس ٿئي ٿو ته سنڌين سان اهو ظلم سنڌين هٿان ڪرايو پيو وڃي، جنهن ۾ وزير اعليٰ، وزير، پوليس جا اعليٰ ۽ ادنيٰ عملدار ڪامورا ۽ جاگيردار وڏيرا شامل آهن. ان کان به وڌيڪ افسوس جي ڳالهه اها آهي جو سنڌي عوام اهڙي صورتحال ۾ وڦڪائپ جو شڪار آهي. آخر اسان کي ڇا ٿي ويو آهي؟

سنڌي اڳواڻن کي سمجهه ۾ نٿو اچي ته هو ڇا ڪن؟ جيئن ٻئي حاڪمن ۾ ڪو ڏڦيڙ پيدا ٿئي ٿو ته هو پرامید ٿين ٿا پر اسلام آباد ۽ ڪراچي وچ ۾ رابطا بحال ٿيڻ تي سنڌ جون اميدن تي پاڻي ڦريو وڃي.

ڪجهه شهرن جي صورتحال تہ بهتر آهي. اتي ڪاروباري سرگرميون اوج تي پهچي ويون آهن پر سنڌ جون ٻهراڙيون نظرانداز ٿيل علائقا آهن ۽ اتي غربت تيزيءَ سان وڌي رهي آهي.

سنڌين کي زميني حقيقتن جو مقابلو ڪرڻو پوندو. ها "جوان" پاڪستان جو دفاع ۽ حڪمراني ڪندا رهندا. پرڏيهي طاقتون بہ ڪنهن نہ ڪنهن چونڊ واري عمل جي حمايت ڪنديون رهنديون. ان سان گڏ چونڊن ۾ ڌانڌلين جو سلسلو بہ جاري رهندو پر ان سڀ جي باوجود هڪ وڏي اڪثريت کي نظرانداز ڪرڻ ڏکيو آهي. ها، سنڌي وڏي اڪثريت آهن. سنڌي ٽن وڏين سياسي پارٽين ۾ ورهايل آهن :پ پ پ، مسلم ليگ ۽ قومپرست پارٽيون. پر منجهن ٻڌي قائم ڪرڻ لاءِ ڪابہ جاڳرتا پيدا نہ ڪئي وئي آهي، نہ ئي وري کين ڪو هوش آهي. جيئن ايم ڪيو ايم پنهنجي ڪميونٽي جي واحد نمائنده جماعت هئڻ جي دعويدار آهي، ائين سنڌي ڪنهن بہ هڪ پارٽيءَ سان تعلق نٿا رکن. ورهايل آهن.

سنڌي آزاديءَ جا خواب ڏسڻ لاءِ آزاد آهن پر آمريڪا، ڀارت ۽ پاڪستان جون حقيقتون ٻڌائن ٿيون تہ اها رڳو ڀاڻ کي دوکو ڏيڻ جي ڪوشش آهي. جيڪڏهن سنڌ آزاد بہ ٿي وئي تڏهن بہ پيرن، ميرن، وڏيرن ۽ مهاجر قيادت وٽ سنڌ تي حڪمراني جا هڪجهڙا موقعا هوندا. ڇا ان سان مسئلا حل ٿي ويندا!؟ جيڪڏهن سنڌي بهتر مستقبل چاهين ٿا تہ کين حقيقت پسند ٿيڻو پوندو. کين هڪ اقليت جي معاشي، سياسي، ثقافتي ۽ سگهارين قوتن خلاف متحد ٿيڻو پوندو. جيڪڏهن سنڌي متحد نہ ٿيا تہ پوءِ بيروزگاري، پاڻيءَ جي کوٽ ۽ انساني حقن جي ڀڃڪڙين جو سلسلو جاري رهندو ۽ هو ان مان جان ڇڏائي نہ سگهندا. جيڪڏهن اها صورتحال برقرار رهي تہ پوءِ سنڌين کي ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ هڪ اقليت جي گهرن ۾ نوڪر ٿي ڪم ڪرڻ لاءِ تيار رهڻ گهرجي. سندن ذاتي وقار، ٻولي ۽ ثقافت محفوظ نہ رهندي.

موجوده سياسي حالتن جي مقابلي لاءِ گڏ ٿيڻ جو فيصلو ڪرڻ ضروري آهي. توڙي جو سياسي سرشتي ۾ ڪيتريون ئي خاميون موجود آهن پر انهن جو مقابلو ڪرڻو پوندو. متحد ٿيو يا تنزلي جي سفر لاءِ تيار

رهو. گذريل چونڊن ۾ پيپلز پارٽي وڏي تعداد ۾ ووٽ حاصل ڪرڻ باوجود
سنڌ ۾ بيروزگاري جي مسئلي کي حل نہ ڪري سگهي، ان جو سبب اسان
جي وزيرن ۽ اعليٰ عهديدارن جي غيرسنجيده رويا آهن. اسان جو پڙهيل
نوجوان مايوس ۽ دانشور طبقو تنها آهي ان جو حڪمرانن سان ڪا لهہ
وچڙ ڪونهي. اسيمبليءَ ۾ ڪنهن بہ هڪ پارٽيءَ جي فيصلائتي
اڪثريت ضروري آهي. اها ڪاميابي گهٽ ۾ گهٽ صوبائي ۽ قومي سطح
تي لاياتي ثابت ٿي سگهي ٿي.

سنڌ حڪومت ۾ اثرائتي شرڪت هڪ شروعات هوندي ۽ چونڊيل
نمائندن کي بيروزگاري جي خاتمي ۽ انساني حقن جي پيچڪڙين خلاف
اثرائتا ضابطا لاڳو ڪرڻا پوندا. هنن کي پاڻيءَ جي وڏيڪ حصي جي
فراهمي ۽ ان جي بهتر استعمال لاءِ حڪمت عملي جوڙڻي پوندي. سنڌ
جون موجوده حالتون سڌارڻ ڪو سولو ڪم نہ آهي، پر انهن ۾ سڌارو آڻڻ
جو عزم ڪٺي ميدان ۾ لهڻو پوندو. خوشقسمتيءَ سان ماهرن مسئلن جي
نشاندهي ڪري ورتي آهي، پر انهن مسئلن جي حل لاءِ اثرائتيون
پاليسيون جوڙڻ اڃا بہ ڏکيو ڪم آهي ۽ ان لاءِ جاکوڙڻو پوندو.

ڇا سنڌي اڳواڻ سجاڳ ٿي چڪا آهن ۽ قومي مفاد خاطر اڳواڻيءَ
جي قرباني ڏيڻ لاءِ تيار آهن؟ ڇا هو اجتماعي مفاد لاءِ اتحاد تي تيار
آهن؟ مون کي ان تي شڪ آهي، ڇاڪاڻ تہ پڌي ۽ ايڪو برقرار رکڻ
ڏاڍي ڏکي ڳالهہ آهي. جڏهن تہ بيا ڪمزور ماڻهو متحد ٿي چڪا آهن. ان
۾ ڪيترين ئي اندروني ۽ بيروني رنڊڪون پيش اچي سگهن ٿيون.
ڏسجي تہ بيون مظلوم قومون متحد ٿيون آهن ۽ دنيا ۾ هنن ڪيترائي
معجزا ڪري ڏيکاريا آهن. سنڌي ائين ڇو نٿا ڪري سگهن؟ (مرتب)

# پاڪستان جي ٻين صوبن کان سنڌ اندر ڌاري آبادڪاريءَ جو وڌڻ

اهو هڪ وڏو مسئلو آهي ته سنڌي سنڌ جي گاديءَ واري شهر ۾ اقليت جو شڪار ٿيندا وڃن ٿا ۽ ٻاهريان ماڻهو نه فقط ٻين صوبن کان پر ٻين ملڪن کان به هتي اچي آباد ٿي رهيا آهن انهن ۾ افغاني، ايراني، ترڪماني ۽ پارتي، برمي ۽ بنگالي تارڪين وطن هتي اچي آباد ٿين ٿا ان ڪري جو ڪراچيءَ ۾ پوليس ڪي پئسه ڏئي ڪوڙا ڊوميسائيل ۽ شناختي ڪارڊ ٺهرايا وڃن ٿا ان لاءِ انهن کي اسانجي سيڪيورٽي ادارن جو به خوف ڪونهي.

سنڌ حڪومت پاران ان لاءِ ڪابه قانوني ڪاروائي يا مانيٽرنگ نٿي ڪرائي وڃي. اهو ئي سبب آهي جو سنڌ جي گاديءَ واري ساموندي بندرگاهن واري شهر ڪراچيءَ جي هڪ شهر ۾ پوري هندستان جي نالي وارن شهرن جي تاليواريون سوسائٽيون ۽ ڪالونيون ٺهي چڪيون آهن آباديءَ جي ان عدم توازن سنڌي سماج جا بنياد لوڏي ڇڏيا آهن.

پاڪستان ٺهڻ وقت، سنڌ جي آبادي 48 لک اڌ ڪروڙ ماڻهن تي مشتمل هئي جيڪا هاڻي وڌي 4 ڪروڙن تائين پهتي آهي، جيڪا هر

سال 10 سيڪڙو وڌي رهي آهي جڏهن تي ٻين صوبن ۾ 2 يا 3 سيڪڙو اضافو ٿي رهيو آهي. هن وقت سنڌ ۾ غير سنڌي ڳالهيندڙ ماڻهن جو انگ هڪ ڪروڙ 14 لک ٿي ويو آهي.

ان مان ثابت ٿيو ته مقامي ماڻهن جي واڌ سال ۾ 2.3% وڌي ٿي جڏهن ته غير مقامي ٻاهران آيل ماڻهو 32% هرسال وڌيڪ هتي آباد ٿيا آهن تازو وزيرستان ۾ ٿيل آپريشن دوران هتي اتان جي ماڻهن جي آمد به لکن ۾ ٿي آهي اسان ڪي ڪيپي ته ڪراچيءَ اندر رهندڙ غير مقامي ماڻهن کي هتي جي ضرورت مطابق گهرايو وڃي ۽ انهن لاءِ اسيمبليءَ اندر قانوني ضابطه منظور ڪيا وڃن.

ويهن صديءَ جي مهڙ ۾ سنڌو درياءَ ذريعي ٽرانسپورٽ جو اهم ذريعو قائم هيو ڪوٽڙي، سکر، گڏو ۽ روهڙيءَ تي سنڌو درياءَ مٿان پليون ٺاهڻ ڪان پوءِ پنجاب ۽ خيبر پختون خواه صوبن ڪان ماڻهن جي اچ وڃ ۾ تيزيءَ سان اضافو ٿيو.

1729 ۾ ڪراچيءَ جو ساموندي شهر 35 ايڪڙن جي آبادي ڪان وڌي برطانيه جي قبضي ڪانپوءِ 1856ع ۾ وڌي 57 هزار ٿيو. وري 1886ع ۾ KPT جي ٺهڻ ڪانپوءِ ٻاهرين دنيا سان واپار وڌيو. 1920 ۾ وري هوائي اڏي جي قيام سان هن شهر جا دنيا سان فضائي رابطا قائم ٿي ويا ۽ ٻاهرين ملڪن ڪان ماڻهن جي آمد رفت هوائي جهازن رستي به شروع ٿي وئي ۽ هي شهر ٻاهرين ماڻهن لاءِ مرڪز بڻجي ويو.

ورهاڱي وقت هتان جيڪي ماڻهو ڀارت مان لڏي آيا انهن جو تعداد 1167000 هيو جڏهن ته سنڌ مان فقط 943000 هندو هتان لڏي ويا هيا.

ورهاڱي ڪان اڳ سنڌ ۾ فقط 23 هزار اردو ڳالهائيندڙ جيڪي بهار ۾ هندو مسلم فسادن دوران سنڌ حڪومتجي دعوت تي هتي گهرايا ويا هيا ڪراچيءَ ۾ پراڻي بهار ڪالوني ۽ شرف آباد انهنجي آباديءَ تي مشتمل هيا جن ۾ 1380 سيڪڙو واڌارو ٿيو ۽ اهو سلسلو 1973 تائين جاري رهيو ۽ هاڻي تائين ڪوڙا شناختي ڪارڊ ٺهرائي جاري رکيو پيو اچي.

1973 ۾ وري بنگلا ديش ٺهڻ ڪانپوءِ نواز شريف جي حڪومت تائين 10 لک بهاري سنڌ ۾ آيا جيڪي ڪورنگي ۽ اورنگيءَ ۾ آباد ٿيا.

پاڪستان کان اڳ پوري سنڌ جي شهري آبادي فقط 20 سيڪڙو هئي جن ۾ سنڌي هندو ڪڇي، مارواڙي ۽ بلوچ موجود هيا ۽ هاڻي فقط ڪراچيءَ جي آباد پهريان کان وڌي 1500000 ڏيڍ ڪروڙ کي ڪراس ڪري چڪي آهي جيڪا پهريان کان 150 سيڪڙو وڌي آهي.

ڪراچيءَ جي آبادي وڌي تہ هتي 300 سنڌي ميڊم اسڪول بند ڪيا ويا ۽ هينئر بہ سنڌ مدرسو ۽ اين جي وي اسڪولن ۾ سنڌي شاگردن جو حال اوهان کي معلوم آهي. آباديءَ جي ان عدم توازن سنڌ جي ثقافت، تعليم ۽ روزگار جي وسيلن تي وڏا اثر وڌا آهن ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ کي ڪراچيءَ مان هڪلي حيدرآباد ڏانهن ڪڍيو ويو . جيڪا 1948ع ڪراچيءَ ۾ سيد علي اڪبر شاهہ ميمبر سنڌ اسمبليءَ پاران پيش ڪيل ٺهراءَ جي ذريعي قائم ڪئي وئي هئي ۽ سنڌي باشندن جون ڪالونيون، عامل ڪالوني شڪارپور ڪالوني، سنڌي مسلم هائوسنگ سوسائٽي گانڌي گارڊن، سولجربازار سنڌين کان خالي ٿي ويون. اهڙي صورتحال ڏسي ان وقت جي وڏي وزير خان بهادر محمد ايوب کهوڙي ان جو نوٽس ورتو تہ ان کي هٽائي موجوده پير مظهر جي ڏاڏي پير الهي بخش کي سنڌ جو وڏو وزير بڻايو ويو جنهن جي نالي پير الاهي بخش ڪالوني (PIB_2) ڪالوني تيار ڪئي وئي جنهن جو پوءِ نالو بدلائيP & T ڪالوني جيڪا هاڻي گڏريءَ ۾ آهي رکيو ويو ۽ ڪراچي شهر کي سنڌ کان ڌار ڪري مرڪز ۾ رکيو ويو جيڪا ون يونٽ جي خاتمي تائين سنڌ کان ڌار رهي ۽ اصل حڪمرانن ۽ سگهاري قوتن جي ماتحت انجي آباديءَ ۾ پنجاب ۽ ڪشمير ۽ هزاره جي ماڻهن کي وڏي پئماني تي اتي آڻي آباد ڪيو ويو ۽ جنرل موسي جي دور ۾ وري هزاره قبيلي جي فارسي ڳالهائيندڙن کي هتي آباد ڪيو ويو واضع رهي تہ هن وقت سنڌ جي ٻهراڙين اندر 40 سيڪڙو واڌ آئي جڏهن تہ ڪراچي ۾ 150 سيڪڙو واڌ آئي آهي.

اوهان اهو بہ سمجهندا تہ ڪراچيءَ کان علاوه سکر، خيرپور ميرپور خاص، نوابشاهہ ضلعن ۾ اهو فرق ان رفتار سان آيو جو 1970 ۾ خيرپور شهر جي آباديءَ ۾ 70 سيڪڙو نوابشاهہ ۾56 سيڪڙو حيدرآباد ۾ 65

سيڪڙو سکر ۾ 55 سيڪڙو ڪراچيءَ ۾ 56 سيڪڙو اردو ڳالهائيندڙن جو انگ وڌي ويو.

ڪراچيءَ ۾ ورهاڱي وقت سنڌي ڳالهائيندڙ رهواسين جو تناسب 61.2 سيڪڙو هيو (مسلمان 42 سيڪڙو / 51 سيڪڙو هندو) ان وقت شهر جي آبادي ساڍا چار لک هئي ان وقت اردو ڳالهائيندڙ فقط 23000 هيا جيڪو هاڻي وڌي56 سيڪڙو تي ويو ۽ سنڌين جي آبادي هاڻي فقط 10 سيڪڙو آهي سنڌ جي ملڪيتن ڪي مالي غنيمت سمجهي لٽيو ويو هنئر به هر سال 5 لک ماڻهو ٻاهران آيل وڌي رهيا آهن.

هن وقت ڪراچيءَ ۾ سنڌي ڳالهئيندڙآباديءَ جو سيڪڙو 7.2 کان وڌي 10 سيڪڙو تي ڇڪو آهي جڏهن ته اردو ڳالهائيندڙن جو انگ 1981 واري آدم شماريءَ دوران 54.3 سيڪڙو هيو اهو گهٽجي 40 سيڪڙو تي ويو آهي. جڏهن ته پشتو آباديءَ جو انگ وڌيو آهي. اهو هاڻي.12 سيڪڙو بلوچي، 4.5 سيڪڙو سرائڪي، 3 سيڪڙو پنجابي 14 سيڪڙو ۽ ٻيا 13 سيڪڙو آهن جن ۾ بنگالي، برمي، فارسي ۽ گلگتي، بلتي زبانون شامل آهن هن وقت ڪراچيءَ ۾ سنڌ جي شهري آباد 62 سيڪڙو آهي . جڏهن ته لاهور ۾ پنجاب جي شهري آباديءَ جو 22 سيڪڙو رهي ٿو.

ان شهري آباديءَ جو جيڪڏهن جائزو ورتو وڃي ته معلوم ٿئي ٿو ته پنجاب جي ڪُل شهري علائقن ۾ رهندڙ ماڻهن جو 79٪ سيڪڙو پنجابي ڳالهائن ٿا.

KPK ۾ شهري علائقن ۾ 75٪ پشتو ڳالهائن ٿا جڏهن ته سنڌ جي شهري علائقن ۾ 26٪ ماڻهو سنڌي ڳالهائن ٿا ٻيا 74 سيڪڙو غير سنڌي آهن اهي انگ اکر واضع ڪن ٿا ته سنڌ جا وڏا شهر سنڌين کان کسجي ويا آهن.

2011تائين سنڌ ۾ 13 لک ماڻهو ٻين صوبن جي شناختي ڪارڊن وارا رهن ٿا جن هاڻي ڪراچيءَ ۽ ٻين شهرن جا شناختي ڪارڊ ٺهرائي ڇڏيا آهن انهن ۾ 20 لک اهي پر ڏيهي آهن جيڪي غير قانوني طور تي اتي رهن ٿا جن وٽ اچا ڊوميسائيل ۽ شناختي ڪارڊ ڪونهي.

واضع رهي تہ 1951 ۾ پنجاب جي آدم شماري ملڪ جي آبادي جو 61% هئي جيڪا 2011 ۾ گهٽجي 50% رهي آهي جڏهن تہ اها آبادي بہ ڪجھ سنڌ ڏانهن لڏي آئي آهي ۽ ڪجھ ٻاهرين ملڪن ڏانهن روزگار خاطر منتقل ٿي آهي جڏهن تہ سنڌ جي آبادي ۾ 80% واڌ آئي آهي ۽ اها واڌ شهرن جي آبادي ۾ آئي آهي. جن ۾ گهڻو حصو 62% ڪراچيءَ ۾ باقي حيدرآباد ۽ ٻين شهرن ۾ وڌيو آهي.

(محترم نصير ميمڻ جي ڪتاب مان ڪنيل)

# سنڌ ۾ تيل ۽ گيس جي وسيلن جي ڦرلٽ

واضع رهي تہ سنڌ ۾ پيٽرول ۽ گئيس جا ذخيره پوري ملڪ ۾ سڀ کان گھڻا آهن. بدين، سانگھڙ، گھوٽڪي، ٽنڊوعالم، هنڊي، سري، ڪنڌ ڪوٽ، ڪشمور، جوهي، سيوهڻ، ٽنڊ محمد خان، ٽنڊوآدم ۽ خيرپور گھوٽڪيءَ ۾ تيل ۽ گئس جا وڏي پئماني تي ذخيره روزانہ اربن روپيين جي گيس ۽ پيٽرول مرڪزي حڪومت جي خزاني ۾ ڏئي رهيا آهن تيل ۽ گيس جي ڪمپنين ان سلسلي ۾ مقامي آباديءَ ۽ متعلقہ شهرن جي ترقي لاءِ 2013 تائين 780 روپيہ حڪومت کي رائلٽي طور ڏنا پراڄ تائين ان سلسلي ۾ صوبائي حڪومت ڪوئي حساب ڪتاب نہ ٻڌايو آهي تہ اهو خرچ انهن ڪٿي ڪيو. اهڙي طرح اها رقم عوام جي ڀلائي ۽ شهري ترقي لاءِ استعمال نہ ٿي سگھي آهي ۽ سنڌ جي شهرن اندر گند جا ڍير ۽ روڊ ۽ رستا برباد آهن. (روزنامہ ڊان 24 جولائي 2014) مطابق هڪ رپورٽ ۾ لکيو آهي تہ سنڌ جي زمين مان تيل تہ نڪري رهيو آهي پر غربت جي لڪير کان اسان ٻاهر پنهنجي عوام کي نہ ڪڍي سگھيا آهيون.

ايڏي وڏي دولت جا مالڪ هجڻ جي باوجود اسان اڄ بہ پٿر جي زماني واري صورتحال ۾ رهون ٿا. اهي ذخيرا 1957 کان 1960 جي عرصي دوران خيرپور، ڪنڌ ڪوٽ، قادر پور ۽ ماڙي، خاصخيلي بدين، ميرپور

ٻنورو ٻڍرو قلجي ۾ تيل ۽ گئس جا وڏا ذخيرا هٿ آيا 1961 ۾ حڪومت پاڪستان تيل ڪيڍڻ لاءِ پنهنجي جدا هڪ ڪمپني آئل اينڊ گئس ڊيولپمينٽ ڪارپوريشن(OGDC) قائم ڪئي جنهن 1964 کان باقاعدگي سان ڊرلنگ ڪري مختلف هنڌن تي گيس ۽ تيل جا ذخيره ڳولهي هٿ ڪيا ۽ 1981۾ بدين جي خاصخيلي آئل فيلڊ مان آمريڪا جي يونين ٽيڪساس ڪمپني کي تيل جو وڏو ذخيرو هٿ آيو.

1990۾ قادر پور (گهوٽڪي) قادن واري (خيرپور) فيلڊ مان نڪرندڙ گئس ۽ ڪنڌ ڪوٽ، ڪنڌرا، ساوڻ (خيرپور)، پٽ (سيوهڻ) ماڙي، (گهوٽڪي)، مياڻو زمزمہ جوهي دادو روهڙي جي ذخيرن ڪانپوءِ هاڻي سنڌ صوبو پاڪستان جو سڀ کان وڏو تيل ۽ گئس پيدا ڪندڙ صوبو بڻجي ويو آهي ان کان علاوه سنڌ جي 22 مقامات مان روزانو تيل جي پيدوار تيزي سان نڪري رهي آهي.

جيڪو پاڪستان جي ڪل گئيس پيداوار مان 68٪سيڪڙو سنڌ مان ملي ٿو ۽ تيل جي ڪل پيداوار جو 56٪سنڌ مان ملي ٿو. فقط 2013 ۾ هڪ سال ۾ سنڌ مان 11.37 ملين بيرل پٽرول سنڌ مان حاصل ڪيووڃي ٿو.

پر ان جي باوجود گئس ۽ تيل جي آمدني جو سنڌ جي ترقيءَ ۾ ڪيترو اثر ٿئي ٿو ان جو اندازو اوهان ڏسي سگهو ٿا. سنڌ کان پوءِ تيل جي پيداوار خيبر پختون خواه صوبي مان ڪل پيداوار جو 40٪ ملي ٿي. پنجاب 18٪ ۽ بلوچستان 0.07٪ 2013 ۾ سنڌ مان ڏهہ لک 33 هزار 794 ملين ڪيو بڪ فوٽ گئس حاصل ٿي جيڪا ڪل قومي پيداوار جو 68.65 سيڪڙو بڻجي ٿي.

| سنڌ | 1933794 | 68.65 سيڪڙوMCF | . |
|---|---|---|---|
| پنجاب | 69220 | MCF | 4.6 |
| KPK | 126234 | MCF | 8.38 |
| بلوچستان | 276593 | MCF18.37 | |

انهن انگن اکرن مان معلوم ٿئي ٿو تہ سنڌ پاڪستان جو سڀ کان وڏو تيل ۽ گئس پيدا ڪندڙ صوبو آهي. پر سنڌ ۾ گئس جوا ستعمال

پنهنجي پيدوار جو 55٪ استعمال ڪري ٿو جڏهن ته پنجاب پنهنجي گيس جي پيدوار کان 783٪ وڌيڪ استعمال ڪري ٿو. اهو پيدا ڪري ٿو MMCF 69220 ۽ خرچ ڪري ٿو MMCF 542185 افسوس جي ڳالهه اها آهي ته اسان پنهنجي زمين جي پيداوار جا مالڪ به پاڻ ناهيون.

سنڌ صوبو ساليانو 113 ارب روپين جو تيل پيدا ڪري ٿو ۽ گيس جي آمدني ان کان وڌيڪ آهي جڏهن ته ان جي رايلٽي آدم شماري جي حساب سان وفاقي حڪومت 12.5٪ کان ملي ٿي جڏهن ته آمدني جو 50٪ ان ضلعي جي ترقي لاءِ خرچ ڪرڻ جو قانون آهي هاڻي ڏسون ٿا ته اها رقم انهن ضلعن ۾ خرچ ڪونه ٿي ٿئي ۽ اتي جي ترقي جي صورت شرمناڪ حد تائين گهٽ آهي.

اسان اندازو ڪري سگهون ٿا ته بدين، خيرپور جو نارو تعلقو روهڙي جو صالح پٽ، گهوٽڪي، سيوهڻ، جوهي، ٽاٽو بولاخان ڪيترا ترقي يافته شهر آهن. پيو ته ڇڏيو روڊ رستا ۽ بجلي، صحت ۽ تعليم جو اتي ڇا حال آهي!؟ اتان جي ماڻهن جي معاشي حالت ڪيتري سڏريل آهي بدين ضلعو جتي سڀ کان وڌيڪ تيل نڪري ٿو اهو پاڪستان جي ضلعن ۾ ترقي جي حساب ۾ 60 نمبر تي آهي ۽ ترقيءَ جي آخري نمبر تي ڊيرابگٽي آهي جيڪو سئي گئس جو اولين پيداوار وارو ضلعو آهي.

سنڌ جي 23 ضلعن ۾ بدين سڀ کان پوئتي پيل ضلعو آهي. اهو ئي حال انهن ڪمپنين ۾ مقامي ماڻهن جي روزگار جو مسئلو آهي جو سئي گيس جي ڪمپنين ۾ 11613 ملازمن مان سنڌ جو ڊوميسائيل رکندڙ فقط 3613 آهن باقي 5454 جو تعلق پنجاب سان آهي انهن 3613 ۾ به سنڌ جا ڪوڙا ڊوميسائيل رکڻ وار گهڻا هوندا سنڌ جا اصل باشندا نالي ماتر سمجهاوڃن ان لاءِ جو چون ٿا ته سنڌ ۾ تجربيڪار ملازم ۽ ٽيڪنيڪل عملو ڪونه ٿو ملي ان ڪري هو ٻين صوبن يعني پنجاب ۽ KPK مان ماڻهو گهرائن ٿا. اهو سڪلو عذر آهي ڇو ته سنڌ صوبي ۾ به انجنئرنگ يونيورسٽيون ۽ ٽيڪنيڪل ادارا ۽ انسٽيٽيوٽ موجود آهن، هو انهن سان معاهدو ڪري انهن ملازمن جي فني تربيت ڪري سگهن ٿا ۽ هونءَ به

پيٽروليم ۽ ڪيميڪل ڊگريون رکندڙ وڏي تعداد ۾ سنڌي شاگرد رکن ٿا پر اهي ڪمپنيون انهن کي روزگار نہ ٿيون ڏين.

انهن ڪمپنين جي اسلام آباد واري آفيس ۾ سنڌي 3% ۽ ڪراچي جي آفيس ۾ 5% ۽ فيلڊ ڪم ڪرڻ لاءِ البتہ ڪجهہ مزدور ڪنيا ويجن ٿا پر اتي بہ آفيس ۽ سيڪيورٽيءَ جو عملو غير مقامي ماڻهن تي مشتمل هوندو آهي جو تہ اهو عملو ٺيڪيدارن جي معرفت ڪنيو ويندو آهي جن جو تعلق پنجاب سان هوندو آهي سندن عملو بہ ٻاهر جو هوندو آهي ان ڪري مقامي بيروزگار نوجوانن کي گهٽ اجرت واري عام مزدوريءَ کان بہ محروم رکيو ٿو وڃي.

ان لاءِ سنڌ جي صوبائي حڪومت ياوفاق ۾ اسان جا اسمبلي يا سينٽ جا ميمبر ڪڏهن بہ آواز نٿا اٿارن نہ ئي اسان جا مرڪزي عهديدار پيٽروليم ڪمپنين جي مالڪن سان ان سلسلي ۾ پاليسي ءَ تي عمل ڪرائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. ۽ روزگار جي پاليسيءَ متعلق تيل ۽ گئس جون ڪمپنيون نہ ئي پنهنجي ويب سائٽ تي روزگار متعلق اشتهار ڏين ٿيون يا پاليسي کان آگاهہ ڪن ٿيون.

اهي ڪمپنيون انهن علائقن جي انفرا اسٽرڪچر جي تعمير نو لاءِ بہ بيپرواهہ ۽ غافل آهن. پيٽروليم پروڊڪشن پاليسي مطابق هر ڪمپني کي پيٽرول ۽ گيس جي دريافت ڪرڻ جي دوران 30,000 آمريڪي ڊالر ان علائقي جي فلاحي ڪمن لاءِ هر سال خرچ لازم ڪرڻو آهي ۽ پيداوار کان پوءِ ان جي انگ ۾ اضافو ٿيندو ويندو پر ان سلسلي ۾ انهن ڪمپنين جي وڏي انگ ان ڳالهہ کي نظر انداز ڪري ڇڏيو آهي.

(محترم نصير ميمڻ جي ڪتاب مان ڪنيل)

# سنڌ ۾ بيروزگاري ۽ ان جو تدارڪ

هيءَ ڳالهه اڄ ڪان ڪي اٺ ورهيه اڳ جي آهي جڏهن آئون محترمه بينظير ڀٽو کي اهو مڃائڻ لاءِ مسلسل زور ڀري رهيو هيس ته هوءَ پنهنجي ايندڙ حڪومت ۾ نوجوانن کي روزگار فراهم ڪرڻ کي اوليت ڏي ۽ مونکي اهو ٻڌائيندي خوشي ٿي رهي هئي ته هوءَ منهنجي راءِ سان مڪمل طور سهمت ۾ هئي.

ان سلسلي ۾ منهنجو نماڻو عرض اهو هيو ته وفاقي ۽ صوبائي سطح تي ملازمتن واري نئين وزارت قائم ڪئي وڃي جنهن جو ڪم رڳو ملازمتون ڏيڻ ۽ روزگار جا نوان موقعا پيدا ڪرڻ هجي. هن وقت پورهئي ۽ افرادي قوت جي وزارتن سان گڏ پيون به اهڙيون وزارتون آهن جيڪي پورهئي يا روزگار بابت اهم ڪردار ادا ڪري سگهن ٿيون پر انهن ۾ پيا ڪم ايترا گهڻا آهن جو ڪين روزگار ڏيڻ يا نوان موقعا پيدا ڪرڻ جي رٿابندي ڪرڻ جو موقعو ئي نٿو ملي. مون کي اميد آهي ته جيڪڏهن روزگار ۽ ملازمتن بابت نئين وزارت قائم ڪئي وئي ته اها بهتر انداز ۾ ڪم ڪري سگهندي.

منهنجي اميد جو مرڪز خانگي ادارا آهن جيڪي وڏي تعداد ۾ روزگار جا نوان موقعا پيدا ۽ فراهم ڪري سگهن ٿا. ان سان گڏ امدادي

ادارا بہ آهن جيڪي غربت جي خاتمي لاءِ ملازمتن جا وڌيڪ موقعا پيدا ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري سگهن ٿا. ساڳيءَ طرح پرڏيهہ ۾ رهندڙ پاڪستاني ۽ پيا دوست آهن جيڪي بهتر مدد فراهم ڪري سگهن ٿا.

آئون محسوس ڪريان ٿو تہ اڳوڻين حڪومتن جون پاليسيون لاڀائتيون ثابت نہ ٿيون آهن. اسان کي لازمي طور نيون ملازمتون پيدا ڪرڻيون پونديون ۽ جيڪڏهن هڪ ڪٽنب کي رڳو هڪ ملازمت ملي وڃي تہ ان سان نہ رڳو گهڻا مسئلا حل ٿيندا پر روزگار جا وڌيڪ وسيلا پيدا ڪرڻ ۾بہ مدد ملندي.

آئون چاهيان ٿو تہ تعليم ۽ افرادي قوت جي ترقي سان معاشي اوسر ۾ عملي طور واڌ اچي سگهي ٿي. اسان اهڙي شروعات نہ ڪنداسين تہ لکيل پڙهيل اهل ماڻهن کي نوڪريون ڏيڻ بدران جاهل ۽ نااهل ماڻهن کي نوڪريون ڏيون. مون کي خبر آهي تہ روزگار جا موقعا گهٽ آهن، جن کي وڌائڻ لاءِ هڪ مضبوط ۽ اثرائتو ميڪينزم تيار ڪرڻ جي ضرورت آهي، جيڪو روزگار جا نوان موقعا فراهم ڪرڻ ۾مددگار ثابت ٿئي. اوليت اهليت ۽ ميرٽ کي ڏني ويندي. ان سان گڏ گهٽ چاڻ رکندڙماڻهن ڏانهن بہ هاڪاري رويو رکڻو پوندو تہ جيئن اهي بہ ملڪي ترقيءَ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري سگهن.

ان سلسلي ۾ آئون چاهيان ٿو تہ بهتر حڪمت عملي جوڙي وڃي ۽ بهتر سوچ ڏيڻ گهرجي. پر ڇا خبر تہ محترمہ اسان وٽ چند مهينن جي مهمان هئي هن گفتگو کان نيڪ سوا ٻہ چار مهينن بعد وڃي خالق حقيقي سان مليون. (هر نفس کي موت جو ذائقو چکڻو آهي).

(Ali Nawaz Memon Sindhhouse@hotmail.com)

***

محترمہ شهيد کانپوءِ ان جي نالي تي قائم ڪيل حڪومت وفاق ۽ سنڌ ۾ ان تي ڪا بہ اڳيرائي نہ ڏيکاري ۽ روزگار بدران ماڻهن کي خيراتون ڏئي پينو فقير بڻايو ويو ۽ تازو سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جي چيئرمين آغا رفيق احمد خان دراني جي چيئرمني جي عهدي کان استعيفيٰ جو سبب بہ غور طلب آهي. (مرتب)

# سنڌ جا جينئس ڪير ڳولي!؟

تازو 12 ورهين جي ٻار جي ڪهاڻي ڇپي آهي، جيڪو 10 سالن تائين نہ ڪڏهن اسڪول ويو ۽ نہ لکي پڙهي ۽ نہ وري ليکو چوکو ڪري سگهندو هو.

اوچتو متس هڪ استاد جي نظر پئي ۽ ڪيس پڪ ٿي وئي تہ اهو نينگر حسابن ۾ ڀڙ آهي. هڪ ايليمنٽري اسڪول ۾ بہ سال پڙهڻ کان پوءِ هو زباني حسابن ۾ بيين شاگردن کان اڳتي نڪري ويو. ايتري قدر جو استاد ڪي بہ لکي جواب ڳولڻو پوندو هو پر اهو ٻارهن سالن جو نينگر ان کان اڳ ئي ڪيس جواب ٻڌائي ڇڏيندو هو. ائين هڪ جينئس ڳولي لڌو ويو.

افسوس آهي تہ سنڌ ۾ اهڙا ڪئين جينئس آهن، پر انهن کي ڪير ڳولي!؟ تمام ڏهٽيون صلاحيتون رکندڙ ماڻهو ائين ئي ضايع ٿي ويا.

اميد آهي تہ اسين سنڌي جيڪي پنهنجي مائي مچيءَ وارا آهيون، سي اهڙا جينئس ضرور ڳوليندا سين ۽ کين مناسب سهولتون مهيا ڪنداسين تہ جيئن اهي املهہ ماڻڪ ضايع نہ ٿين. ان جو هڪ بهترين حل هيءُ آهي تہ مهرباني ڪري لائق ۽ غريب شاگردن کي وڌ کان وڌ اسڪالرشپ ڏيو تہ جيئن اهي اڳتي نڪري سگهن.

توهان جي اها مدد سنڌ جي ترقيءَ ۾ اهم ڪردار ادا ڪندي ۽ ان کي سارا هيو ويندو. (ڪتاب "سنڌ سڏار سوچون" تان ورتل)

# سنڌ ۽ بلوچستان مان نڪرندڙ گئس تي ملندڙ رائلٽي جو تضاد

مون بلوچستان جو سفر ڪيو آهي. مون ان سڪل، ٻوٽ زمين تي ڪٿي ڪٿي اهڙي گندي پاڻيءَ جا تلاءَ ڏٺا آهن، جيڪو انسان ۽ جانور گڏجي استعمال ڪن ٿا. مون اتي جي غربت ڏٺي آهي.

1977,78ع ۾ جڏهن عطاءُ الله مينگل صاحب دل جي بيماريءَ جو علاج ڪرائڻ لاءِ آمريڪا آيو ته هن رهڻ لاءِ منهنجو گهر پسند ڪيو جيڪو مون لاءِ اعزاز آهي. هو لڳ ڀڳ هڪ هفتي تائين رهيو. ان دوران هن مون کي بلوچستان جا ڪيئي قصا ٻڌايا.

چند ورهيه اڳ ليفٽيننٽ جنرل رٽائرڊ عبدالقادر بي بي سيءَ کي هڪ انٽرويو ڏنو جنهن ۾ هن چيو ته وفاقي حڪومت هر هڪ هزار ڪيوبڪ فٽ گئس تي رائلٽي طور سنڌ ۽ بلوچستان کي 38 سينٽ ادا ڪري ٿي. جڏهن ته پنجاب ان مد ۾ 300 سينٽ) 3 آمريڪي ڊالر) وصول ڪري ٿو. جيڪڏهن اهي انگ اکر درست آهن ته پوءِ گئس جي هڪ جيتري مقدار تي سنڌ ۽ بلوچستان جي ڀيٽ ۾ پنجاب اٺوڻ تي وڌيڪ رائلٽي حاصل ڪري ٿو.

گذريل سال هڪ پاڪستاني دانشور واشنگٽن جي بُروڪنگز انسٽيٽيوٽ آيو هو. مون کي سندس نالو ته ياد نه آهي پر هن جو تعلق پنجاب يونيورسٽيءَ سان هو. هن رات واري مانيءَ دوران اسان کي ٻڌايو هو ته، سندس تحقيق مان چٽيءَ طرح ثابت ٿئي ٿو ته وفاقي حڪومت سنڌين ۽ بلوچن سان به اڪيائي ڪري رهي آهي، ڪين پاڪستاني قوم جو فرد نٿو سمجهيو وڃي.

موجوده سنڌ حڪومت جيڪا خالص سنڌين جي حڪومت آهي ان کي ان ڳالهه جو نوٽيس وٺڻ کپي. (مرتب)

# سنڌ جي ترقي

1. اسين سڀ اهو تسليم ڪريون ٿا تہ سنڌي ڏينهون ڏينهن پوئتي ڌڪجي رهيا آهن، ان جو سڀ کان وڏو ڪارڻ ٻين پاران حق ڏيڻ کان انڪار آهي. سنڌي پاڻ بہ هڪ ٻئي کي حق ڏيڻ لاءِ تيار نہ آهن، تعليمي ادارا هٿ وٺي تباهہ ڪيا پيا وڃن ۽ اهو ٻيو سڀ کان وڏو ڪارڻ آهي. ان جي حل لاءِ اسان کي هڪ ٿي وقت ٻاهرين ۽ اندرين معاملن جي نبيري لاءِ ڪم ڪرڻو پوندو. اسان کي ان سلسلي ۾ هر روز جيٽرو اسان کان ٿي سگهي، ڪم ڪرڻ گهرجي.
2. سنڌين کي ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ۽ ڪراچي ۾ داخلا نہ ملڻ جو سلسلو اڃا جاري آهي. ان سلسلي ۾ آئون اڃا تائين ڪنهن اثرائتي قدم جو منتظر آهيان. ڪراچي يونيورسٽيءَ مان سنڌي شاگردن جون هاسٽلون بہ ختم ڪيون ويون آهن ۽ جناح هاسٽل تي رينجرز جو قبضو آهي ۽ ڪراچيءَ جي هندو جيم خاني تي ضياءَ محي الدين جو قبضو جنهن ۾ هن NAPA جو پرائيويٽ ادارو قائم ڪيو آهي. اهو جيم خانو سنڌ جو قديم ورثو آهي جنهن ۾ هُن آڊيٽوريم ٺهرايو آهي. سنڌ جي ڪراچيءَ ۾ ٻاهرين ملڪن ۾ رهندڙ سنڌين جي حصي کي بہ

شامل ڪيو وڃي ۽ انهن کان مدد وٺي، اسڪول، ڪاليجون ۽ اسپتالون، ويمر گهر ۽ لائبريريون قائم ڪيون وڃن.

3. آئون چاهيان ٿو ته، اهڙي قسم جو هڪ وفد جيڪو آمريڪا ۾ رهندڙ سنڌين ۽ بين لاڳاپيل ماڻهن جي ماڻهن تي ٻڌل هجي، پاڪستان جو دورو ڪري، عام ماڻهن سان ملي ۽ اڳواڻن سان ملاقات ڪري.

4. ذاتي طور آئون چاهيان ٿو ته، سنڌين کي معاشي حوالي سان مضبوط بڻايو وڃي. ان سلسلي ۾ سنڌين لاءِ گهٽ ۾ گهٽ 100,000 اسڪالرشپس گڏ ڪرڻ لاءِ مدد جي ضرورت آهي.ان لاءِ پرڏيهه ۾ رهندڙ مخير سنڌين سان رابطو ضروري آهي. (مرتب)

# سٺي حڪمرانيءَ جو پيمانو

اسان سٺي حڪمراني يا گڊ گورننس جي ڳالهه اڪثر ڪريون ٿا. ان سلسلي ۾ مون کي هيٺيون وضاحتون مليون آهن. اچو تہ اسين انهن کي پنهنجي ملڪي صورتحال سان لاڳو ڪري ڏسون ۽ پوءِ ڏسون تہ اسين ڇا ٿا چاهيون ۽ اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي!

اقوام متحده جي ترقي ۽ رٿابندي بابت ڪميٽي 1992ع ۾ "غربت جو خاتمو ۽ جٽادار ترقي :رولڙي ۾ پيل مقصد" جي سري هيٺ هڪ رپورٽ جاري ڪئي، جنهن ۾ گڊ گورننس بابت ڪجهه وضاحتون ڪيل آهن:

1 , علائقائي ۽ ايٿنو، ڪلچرل نمائندگي ۽ تڪرارن جي نبيري لاءِ ميڪنزم، حڪومتن جي پرامن تبديلي ۽ ادارن جي نئين سر جوڙجڪ.

2 , ايگزيڪيٽو پاورز تي ڪرڙي نظر، اثرائتي ۽ جاچ پري قانونسازي، سياستدانن کان وٺي ڪاموراشاهي تائين احتساب جو واضح سرشتو.

3 , هڪ ڪليو ۽قانون تي ٻڌل سياسي سرشتو جيڪو ايڪٽو ۽ معاملي تي نظر رکندڙ سول سوسائٽيءَ جي همت افزائي ڪري، جن جي حقن جي تحفظ لاءِ حڪومت جوابده هجي ۽ ان جي جوابدهيءَ لاءِ

ڪارآمد ڍانچو هجي، جيڪو اها خاطري ڪرائي ته سموريون پبلڪ آفيسز قانون ۽ اتفاق راءِ سان جوڙيون ويون آهن.

4 , قانون جو غيرجانبدار سرشتو ڪرمنل جسٽس ۽ پبلڪ آرڊر جنهن ۾ سمورا بنيادي شهري ۽ سياسي حق محفوظ هجن، جيڪو مستقل بنياد تي شخصي تحفظ فراهم ڪري، شفاف ڪردار رکندڙ حاڪم جيڪي معاشي ۽ سماجي ترقي لاءِ ضروري آهن.

5 ,پيشيوراڻي مهارت، اهل ۽ ايماندار ڪاموراشاهي، جنهن جو احتساب ٿي سگهي، هڪ اهڙو قانوني ڍانچو جنهن ۾ اهليت جي اصولن ۽ عوامي حقن جي وضاحت ٿيل هجي.

6 ,اثرائتي مالياتي رٿابندي جي اهليت، تجربو اڪنامڪ مئنيجمينٽ ۽ هڪ اثرائتو مالياتي احتسابي سرشتو ۽ پبلڪ سيڪٽر جي اوسر لاءِ سرگرميون.

وفاقي حڪومتي ادارن ۾ ملازمتن لاءِ ڪوٽا سسٽم تي عمل نٿو ڪيو وڃي، ڪانٽريڪٽ جي بنياد تي مختلف پسنديده ماڻهن کي وڏن پگهارن تي نوڪريون ڏنيون وڃن ٿيون ۽ ان سلسلي ۾ جاري عمل جي نظرداري سميت سب ,نيشنل لوڪل گورنمينٽ اختيارين ۽ سياسي تبديلين تي ڪرڙي نظر ۽ اختيارن جي هيٺئين سطح تائين يقيني منتقلي لاءِ قدم کنيا وڃن. (مرتب)

# سنڌ ۾ قبيلائي جهيڙا

گذريل ڪجهه ڏينهن کان بي بي سي اردو سروس تان سنڌ ۾ قبيلائي جهيڙن بابت رپورٽن جو سلسلو شروع ڪيو ويو آهي.

بي بي سيءَ جي حيدرآباد واري نمائندي علي حسن ان سلسلي ۾ خاص طور شڪارپور بابت رپورٽون پيش ڪيون آهن، جنهن ۾ هن مهر، جتوئي، مارفاڻي ۽ ٻين قبيلن جي ماڻهن سان ڳالهايو ۽ جهيڙن ۾ قتلن بابت انگ اکر پيش ڪيا آهن، ان ۾ هن ڪيترائي نقطا اٿاريا آهن:

- ٭ هن وقت تائين سوين ماڻهو قتل ٿي چڪا آهن.
- ٭ ڪيترائي جرڳا ٿيا ۽ ڏوهارين تي ڏنڊ وڌا ويا.
- ٭ سنڌ جي مذهبي اڳواڻن تڪرارن جي نبيري لاءِ ڌرين سان رابطا ڪيا پر ڪوبه ڪڙ تيل نه نڪتو ۽ تڪرار جاري آهن.
- ٭ بدامني اوج تي آهي، ڪوبه ماڻهو محفوظ ناهي، هو پنهنجا وسيلا وڏيڪ هٿيارن جي خريداريءَ تي خرچ ڪري رهيا آهن.
- ٭ ضلعي پوليس سربراهه جو چوڻ آهي ته ڌرين وٽ پوليس کان بهتر هٿيار ۽ ويڙهاڪ موجود آهن. جنهن ڪري پوليس کي مٿن ضابطو آڻڻ ۾ ڏکيائي پيش اچي رهي آهي.
- ٭ متاثر علائقن ۾ معاشي زندگي ۽ ڪاروبار ٺپ ٿي ويو آهي.

صورتحال تي نظر رکندڙن جو چوڻ آهي ته پوليس خاموش رهڻ لاءِ ٻنهي ڌرين کان رشوت وٺي ٿي. اها به دعويٰ ڪئي وڃي ٿي ته، سردارن جرڳن دوران ڏنڊ جي رقم مقرر ڪري ڇڏي آهي ۽ اها رقم وصول ڪرڻ

کان پوءِ متاثر ڌرين کي نئين ڏني وڃي، پر سردار پاڻ وٺ رکيو ڇڏين ٿا ان کري متاثر ڌر ڪاوڙ ۾ اچي ٻيهر تڪرار شروع ڪري ڇڏيندي آهي.

سنڌ ۾ خاص طور تي اپر سنڌ ۾ قبيلائي جهيڙن سنڌ جي امن کي تباهه ڪري ڇڏيو آهي ۽ ان ڪري اسان جي آمدنيءَ جا ذريعا فقط هٿيارن جي خريداري ۾ خرچ ٿين ٿا ۽ سماجي زندگي مفلسي ۽ مايوسيءَ ۾ تبديل ٿي چڪي آهي. شام جو شاهراهون ويران ٿي وينديون آهن.

ان سلسلي ۾ نيڪ مردن، مذهبي اڳواڻن ۽ اين جي اوز ته وفد موڪلي تڪرار روڪڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، پر سياسي پارٽين ڪو به ڪردار ادا نه ڪيو آهي. رينجرس يا فوج مقرر ڪري علائقي ۾ ناپر آندي وڃي ٿي.

اچو ته موجوده صورتحال جو مختلف پاسن کان جائزو وٺون:

- ڪي ماڻهو امن امان جي خراب صورتحال کي ان جو مکيه ڪارڻ قرار ڏين ٿا.
- ڪي ماڻهو ان جو مقامي سنڌي پوليس کي ذميوار سمجهن ٿا ته جيئن تڪرار هلندو رهي ۽ پئسا ملندا رهن.
- ڪي ان کي ايجنسين جي ڪارروائي قرار ڏين ٿا ته جيئن وڏيڪ چانوٽيون ناهي سگهجن.
- ڪي ماڻهو سمجهن ٿا ته اها سنڌين کي ورهائڻ ۽ سنڌين ۽ بلوچن ۾ مستقل تڪرار پيدا ڪرڻ جي سازش آهي.
- ڪجهه ماڻهن جو خيال آهي ته اها، مستقل تڪرار پيدا ڪري سنڌ جي ڀهراڙيءَ وارا علائقا جاگيردارن جي حوالي ڪرڻ جي ڪوشش آهي.

صورتحال جيڪا به هجي پر هڪ ڳالهه چٽي آهي ته ان جي ڪري عام ماڻهو پريشانيءَ جو شڪار آهن. اهي اڳ ۾ ئي تعليم، صحت، روزگار ۽ پيئڻ جي صاف پاڻيءَ جي فراهمي کان محروم آهن. هاڻي ته هنن کان تحفظ ۽ رات وارو ننڊ جو سُک به کسيو ويو آهي. وڏي تعداد ۾ ٻار يتيم ۽ عورتون بيواهه ٿيون آهن. جيڪي هاڻي سڄي زندگي پريشان رهندا.

(محترم علي نواز ميمڻ جي ڪتاب "سنڌ سڏار سوچون" تان ورتل)

# اسڪالرشپ پروگرام

سنڌ ۾ مستحق شاگردن کي اسڪالر شپ ڏيڻ جو پروگرام بڻايو وڃي جيئن غريب خاندانن جا ٻار تعليم واري عمر ۾ پورهيو ڪرڻ بدران تعليم حاصل ڪري سگهن.

اسڪالرشپ جو مقصد اسان جي ڪميونٽيءَ جي مستحق ماڻهن جي مدد ڪرڻ آهي ۽ ان لاءِ اسان مان هرهڪ کي هٿ ونڊائڻ گهرجي.

جيئن ته توهان کي ڄاڻ آهي ته اسين سڀ پنهنجي قوم کي بهتر مقام ڏيارڻ لاءِ جاکوڙيندا رهون ٿا. اسان ڪجهه سياسي، معاشي ۽ ثقافتي مسئلن جو تعين به ڪيو آهي. ان هوندي به اسان کي ان تي ويچار ڪرڻ جي ضرورت آهي، ته اسان جي قوم ڏينهون ڏينهن ڇو پوئتي ڌڪجندي پئي وڃي.

ان جو سڀ کان وڏو ڪارڻ تعليم آهي ۽ ان تي سڀ متفق آهن. اسان جي ذاتي تجربي ۽ ٻين کان مليل ڄاڻ مان معلوم ٿئي ٿو ته تعليم وسيلي ئي غربت جو مستقل خاتمو آڻي سگهجي ٿو. اها ڪوشش

ضروري آهي تہ گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڪتنب جو هڪ ڀاتي لازماً پڙهيل هجي. جيڪڏهن ائين ٿئي تہ اها بهترين ڪوشش هوندي.

اسان جي قوم جي مستحق ٻارن کي اسڪالرشپ ڏني ويجي. پرائمري تعليم حاصل ڪندڙ ٻار لاءِ =/600 رپيا (10امريڪي ڊالر)، سيڪنڊري اسڪول ۾ پڙهندڙ لاءِ=/900 رپيا) 15 آمريڪي ڊالر ۽ ڪاليج سطح تائين تعليم حاصل ڪندڙ ٻار لاءِ =/1200 روپيا (20 آمريڪي ڊالر) ماهوار وظيفو مقرر ڪيو وڃي.

ان سلسلي ۾ منهنجو مقصد هڪ لک اسڪالرشپس جو بندوبست ڪرڻ آهي. اسان مان گهڻا خير خواه ماڻهو اڳ ۾ ئي ڪجهہ ٻارن کي اسڪالرشپ ڏئي رهيا آهن. مهرباني ڪري اهو سلسلو جاري رکيو وڃي ۽ و ڏ ڪان وڏ حد تائين جاري رهڻ گهرجي. توهان آزاد آهيو تہ توهان پنهنجي پسند جي ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي ڪنهن بہ اداري ۾ پڙهڻ لاءِ اسڪالرشپ ڏئي سگهو ٿا. اهو سڀ ڪجهہ توهان پنهنجي ماءُ پيءُ ۽ ڀين ڀيارن جي روحن کي ثواب پهچائڻ لاءِ بہ ڪري سگهو ٿا.

سنڌ جي سطح تائين توهان جي هڪ حيثيت آهي ۽ اثرائتو ڪردار اداڪري سگهو ٿا. گهٽ ۾ گهٽ توهان تہ پڙهيل آهيو. توهان جي رسائي ڪمپيوٽر تائين آهي. توهان ڀين سان انگريزيءَ ۾ بہ رابطو ڪرڻ جي اهليت رکو ٿا. توهان کي اها بہ ڄاڻ آهي تہ ڪيترا اهڙا ماڻهو آهن، جيڪي ان قسم جون بہ يا ٻن ڪان وڌيڪ اسڪالرشپس ڏئي سگهن ٿا. مهرباني ڪري ساڻن رابطو ڪريو ۽ کين اسڪالرشپ ڏيڻ تي راضي ڪريو.

جيڪڏهن اسين خانگي طور هڪ لک اسڪالرشپس گڏ ڪرڻ ۽ جاري رکڻ ۾ ڪامياب ٿي وياسين تہ سنڌ جي معاشي بهتريءَ ڏانهن اها پهرين وک هوندي ۽ اسين سنڌ جي معاشي حالت سڌاري سگهنداسين.

(الف) ان جو سادو طريقو هيءُ آهي تہ پنهنجو خرچ آمدنيءَ کان گهٽ رکو. قطع نظر ان جي تہ توهان جي آمدني ڪيتري آهي، مهرباني ڪري ڪجهہ نہ ڪجهہ بچت جي عادت اختيار ڪريو. توڙي جو توهان جي آمدني ايتري آهي جو ان مان پورائو مشڪل سان ٿئي ٿو پر ان مان بہ

ڪجهه رقم بچائي سگهجي ٿي ۽ ان سان توهان جي زندگيءَ تي گهڻو فرق نه پوندو. اڄ جي بچت توهان لاءِ سياڻي جو سهارو هوندي.
(محترم علي نواز ميمڻ جي ڪتاب ”سنڌ سڌار سوچون“ تان ورتل)



ان سلسلي ۾ هر ضلعي ۾ مخير ماڻهن تي مشتمل ضلعي سطح تي ٻونر ڪميٽيون ٺاهر هر اسڪول ۽ ڪاليج جي سطح تي غريب شاگردن کي اسڪالر شپ ڏيڻ جو نظام هلايو وڃي جيئن هر خاندان ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٻه ٻار هڪ نياڻي ۽ هڪ پٽ تعليم حاصل ڪري سگهن. (مرتب)

# ميڊيا :ٽي وي ۽ اخبارن ۾ ”سنڌ پڙهايو مهم“

”سنڌ پڙهايو مهم“ ميڊيا :ٽي وي ۽ اخبارن ۾ ڪيئن شروع ڪجي؟ اهو تمام اهم سوال آهي،

پينگهي کان قبر تائين تعليم ,معياري تعليم طرف ڪيئن ڌيان ڏجي؟ ذاتي تجربو شاهد آهي تہ ائين ٿي سگهي ٿو:

1. جيڪڏهن ڪميونٽيءَ ۾ حقيقي تعليمي ماحول هجي، ڪين پنهنجي ٻارن لاءِ تعليم جون بهتر سهولتون فراهم ڪيون وڃن ۽ انهن جي ڳولا ۾ مدد ڪئي وڃي، تہ هو پنهنجي اولاد کي تعليم جي زيور سان آراستہ ڪري سگهن ٿا. ايتري حد تائين جو وچولو طبقو ۽ غريب ماڻهو بہ ان ۾ شريڪ ٿي سگهن ٿا.
2. جيڪڏهن اهو طئي ٿي وڃي تہ شاگرد/ ٻار ڪهڙي تعليم ۾ دلچسپي رکي ٿو ۽ هن لاءِ پسند جا مضمون ڳوليا وڃن تہ وڌيڪ بهتر تعليمي ماحول پيدا ڪري سگهجي ٿو. اهڙي صورتحال ۾ بهتر نتيجن جي اميد اجائي آهي جڏهن ٻار رڳو مار جي ڊپ کان اسڪول وڃي.

3. جيڪڏهن استاد به پڙهائڻ لاءِ مڪمل تيار هجن ۽ منجهن ايتري صلاحيت موجود هجي جو اهي پنهنجي ڄاڻ شاگردن تائين منتقل ڪري سگهن. استاد محنتي، هوشيار ۽ عزت ڪندڙ هوندو ته شاگرد به محنتي، هوشيار ۽ احترام ڪندڙ هوندا.
4. جيڪڏهن سوسائٽيءَ ۾ تعليم کي اهميت ڏني وڃي، تعليم ۾ بهتر سيٽ اپ ڪئي وڃي ۽ تربيت ۽ تجربي جا بهتر موقعا فراهم ڪيا وڃن، بهتر ڪارڪردگيءَ جو مظاهرو ڪندڙ شاگردن ۽ استادن کي انعام ڏيڻ جو سلسلو شروع ڪيو وڃي ۽ ڪامياب شاگردن لاءِ روزگار جا موقعا موجود هجن ته بهتر تعليمي ماحول پيدا ڪري سگهجي ٿو.

ائين ڪري سگهجي ٿو. ڪجهه ماڻهن خاص طور تي سٽيزن ايجوڪيشن فائونڊيشن ان سلسلي ۾ وڏو ڪم ڪيو آهي، پيا به ڏکين حالتن باوجود اهو عمل جاري رکي سگهن ٿا. ان سلسلي ۾ اسان کي هرهڪ جي مدد جي ضرورت آهي. ٽي وي ۽ اخبارون وغيره ان لاءِ اهم ڪردار ادا ڪري سگهن ٿيون. جيئو ٽيليوزن نيٽ ورڪ تي تعليم جي لاءِ اشتهار هلايا وڃن ٿا. ايئن اسان جا سنڌي چينل به ڪري سگهن ٿا.

آمريڪا ۾ يونيورسٽيون وڏي عمر وارن شهرين کي مفت تعليم جو موقعو ڏين ٿيون. آمريڪي ماڻهو رٽائرمينٽ کان پوءِ به نيون شيون ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. اسان کي به ان طرف ڏيان ڏيڻ گهرجي.

سنڌ جي ترقي بابت توهان جي ساٿ ۽ سهڪار جي آجيان ڪئي ويندي.

(محترم علي نواز ميمڻ جي ڪتاب ”سنڌ سڏار سوچون“ تان ورتل)

# سنڌ جي ڪرپٽ سياستدانن ۽ عملدار ڪي وائکو ڪيو

سنڌ جي جتادار ترقي ۽ بحاليءَ لاءِ ضروري آهي تہ پاڪستان ۾ سنڌين کي سندن حق ڏنا وڃن. اي ميل لکڻين ۾ ڳالهين کي عمل، قانوني ۽ جمهوري عمل ۾ تبديل ڪيو وڃي.

ڊگهي مدي وارا فيصلا ڪندڙ اسلام آباد آهي. جنهن کان پوءِ انهن کي سنڌ هٿان لاڳو ڪرايو ويندو آهي. پنهنجا گهر ڀرڻ جو سلسلو جاري آهي. لکين سنڌين کي گڏجي ڪم ڪرڻو پوندو ۽ ڪين پاڻ سان گڏ لٽ ۾ چٽ بہ رکڻي پوندي. لٽ انهن خلاف استعمال ڪئي ويندي جن سنڌ جو سودو ڪيو آهي، پوءِ اهي ڀلي ڪٽي سنڌي ڇو نہ هجن. سپاهيءَ کان آءِ جي، ٺيڪيدار کان چيف سيڪريٽري ۽ بيلدار کان چيف انجنيئر تائين سڀ بدعنوان آهن. اسلام آباد جي وڏن ڪين سٽيو ٽيڻ جي ڇوٽ ڏيئي ڇڏي آهي تہ جيئن اهي سنڌ جا وسيلا هڙپ ڪرڻ ۾ سندن ٻانهن ٻيلي ٿي بيهن.

ماضي ۾ ڪيترا سنڌي سياستدان، بيوروڪريٽ، سيڪريٽري ۽ اسٽيبلشمينٽ اسلام آباد جي اکين جا تارا آهن، ڇو تہ هنن پڳڙن مٿ تي سنڌ جي شهرن جي هزارين ايڪڙ ايراضي ڊفينس هائوسنگ سوسائٽيز بحريہ ٽائون ۽ پاڪستان اسٽيل ملز ۽ ڪيترن هائوسنگ سوسائٽين کي فراهم ڪئي آهي. هي ماڻهو پنهنجي مفاد خاطر سنڌ جي بجيٽ جا اربين ربيا ڪن پل ۾ جاري ۽ خرچ ڪريو ڇڏين. پر اهي ئي ماڻهو سنڌ جي اسڪولن ۽ يونيورسٽين لاءِ پاس ڪيل بجيٽ جاري نہ ڪرڻ جا لکين بهانا ٻڌائين ٿا. هنن ذاتي مفاد لاءِ ڪروڙين سنڌين جو سودو ڪيو آهي. ڪين اهو ياد ڏيارڻ ضروري آهي تہ هو ڇا ڪري چڪا آهن.

اهو سڀ ڪجهہ يونين ڪائونسل جي ميمبر کان وٺي سٽي ۽ ٽائون ناظم، ايم پي اي، ايم اين اي کان وٺندي وڏي وزير ۽ ٻين اعليٰ عملدارن تي بہ لاڳو ٿئي ٿو. ڪيترن ئي راشي ڪامورن، وزيرن ۽ وڏن پرڏيهہ ۾ ملڪيتون خريد ڪيون آهن ۽ هو اتي خوش گذاري رهيا آهن ڪين اسلام آباد اهو سڀ ڪجهہ ڪرڻ جي ڇوٽ ڏني آهي.

پرڏيهہ، خاص طور آمريڪا ۾ رهندڙ سنڌين عهد ڪيو آهي تہ اهي آمريڪا ۽ ٻين ملڪن ۾ اهڙن سياستدانن ۽ ڪامورن جي ملڪيت بابت ثابتيون گڏ ڪندا ۽ قانون لاڳو ڪندڙ ادارن ۽ انهن ملڪن جي انتظاميا کي اپيل ڪندا تہ ڪانئن غيرقانوني طور گڏ ڪيل ملڪيتون واپس ورتيون وڃن ۽ اهي حقدارن حوالي ڪيون وڃن.

چوڻ کي تہ اسلام آباد ۾ قومي احتساب بيورو بہ آهي، پر اهو رڳو اسلام آباد جي مفاد لاءِ احتساب ڪري ٿو. سنڌي ماڻهن کي پنهنجن جائز حقن جي تحفظ لاءِ پاڻ احتساب ڪرڻو پوندو. لڳ ڀڳ هر سنڌي ڪامورو ۽ سياسي ليڊر ڪرپٽ آهي. عام ماڻهن جو مٿن ڪوبہ ضابطو نہ آهي، پر بي ايمان ماڻهو بزدل ٿيندو آهي ۽ هو پنهنجي تحفظ لاءِ سڀ ڪجهہ ڪري سگهي ٿو. پڪ آهي تہ جڏهن ڪين خاطري ٿيندي تہ هاڻي سنڌي ماڻهن پاڻ احتساب جو فيصلو ڪيو آهي تہ سندن ساهہ مٿ ۾ هوندو ۽ ڪا واهہ پيا واجهائيندا. پر ان لاءِ سنڌين کي باقاعده احتساب ڪرڻو پوندو. خاص طور وڏين ڳجهن جو ۽ جيڪڏهن اهو عمل شروع ٿيو

تہ انھن ڪامورن ۽ ليڊرن کي لڪڻ لاءِ جاءِ بہ نہ ملندي. اهو طريقو عمل جوڳو آهي. ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ متحده وارن جو مثال اوهان جي سامهون آهي. سندن اڳواڻن ۾اهڙا گهٽ ملندا جيڪي قوم جو سودو ڪرڻ جي جرئت ڪري سگهن. ايم ڪيو ايم کي اها چاڻ اڳ ۾ ئي هئي، تنهن ڪري هن مٿن چيڪ اينڊ بئلنسن جو سٺو سرشتو لاڳو رکيو آهي. اهو طريقو سنڌين کي بہ اختيار ڪرڻو پوندو.

آئون اهو ورجائيندس تہ احتساب سٺو سيڪڙو قانون جي دائري ۾ هجي ۽ جيڪڏهن غيرقانوني طريقو اختيار ڪيو ويو تہ لاپائتو ثابت نہ ٿيندو. ان لاءِ سنڌين کي غدارن جون لسٽون ڇاپڻ گهرجن. ان لاءِ توهان مان هرهڪ کي غدارن جا نالا ڏيڻا پوندا. انهن ۾ ڪلارڪ کان وٺي وڏي وزير تائين ڪير بہ شامل ٿيو نہ هجن، رشوت ٺوڙ کاتي کي وڏ کان وڏ درخواستون موڪليو. توڙي جو رشوت ٺوڙ کاتو ئي سڀ کان وڏيڪ راشي آهي، پر ڪوبہ ڪامورو پنهنجي خلاف دراخواست فائل ۾ ڏسڻ نہ چاهيندو. رات جو پنهنجي شهر جي ديوارن تي اهڙن غدارن جا نالا لکو. غدارن ۽ راشين کي خبر پوي تہ توهان کين سڃاڻي چڪا آهيو.

احتساب جو اهو عمل سنڌ جي ڳوٺ ڳوٺ ۾ جاري رکيو ويندو. جيئن ئي اهو عمل شروع ٿيو تہ پڪ آهي تہ ميڊيا ان کي ضرور کڻندي. رپورٽس اينديون ۽ ڳالهہ اڳتي وڌندي. اخبارن کي اهڙين خبرن جي ضرورت هوندي آهي. بہ ڙين رڳو سنڌي اخبارون اهي خبرون هلائينديون پر پوءِ آهستي آهستي اهو سلسلو ميڊيا ۾ وڌندو. ان پرامن تحريڪ دوران سنڌين کي گهڻا حمايتي ملي ويندا. بدعنوان ڪامورن ۽ سياستدانن کي خبر پوڻ ڏيو تہ هاڻي سنڌي کين برداشت نہ ڪندا. ان طريقي سان سنڌ ڪجهہ لٽيل دولت واپس حاصل ڪري سگهي ٿي پر ان جو سڀ کان وڏو فائدو اهو ٿيندو تہ غدار خوفزده رهندا.

احتساب لاءِ ضروري آهي تہ اهڙن ماڻهن جو سماجي بائيڪاٽ ڪيو وڃي، سنڌي ماڻهن جي عادت آهي تہ هو دولتمندن جو احترام ڪن ٿا، پوءِ هو ڪٿي ڪيترا بہ ڪريل ڇو نہ هجن. اسين انهن جو بہ احترام ڪريون ٿا. اسان کين لنچ ۽ ڊنر لاءِ دعوتون ڏيون ٿا. آمريڪا، برطانيا ۽

ٻين ملڪن ۾ رهندڙ اسان سنڌين کي هڪ نئون مثال قائم ڪرڻ گهرجي اسان کي ان ڪان پاسو ڪرڻ گهرجي. اسان کي ڪائنئن ڪجهه به نٿو گهرجي اسين اهڙن راشين ۽ غدارن جي عزت افزائي ڇو ڪريون؟ جڏهن هو هتي اچن ٿا ته اسان کي گهرجي ته کين شرمندو ڪريون.

سنڌين کي قانون واري دائري ۾ رهندي لٽ ۽ چٽ واري اها پاليسي اختيار ڪرڻي پوندي اسان کي سٺن ڪامورن ۽ سياستدانن کي مان ڏيڻو پوندو. اسان کي گهرجي ته اهڙن ماڻهن کي ووٽ ڏئي ڪامياب ڪريون ۽ اسان جي معاشي ۽ سياسي بحالي جو اهوئي رستو آهي. خدا گهريو ته اسان کي چڱا ماڻهو ملڻ جو سلسلو شروع ٿي ويندو ۽ عوام کين تحفظ ڏيڻ لاءِ اڳتي وڌندو.

لٽ ۽ چٽ وارو اهو طريقو قانوني ۽ جمهوري عمل آهي تنهن ڪري اسان کي روئڻ پٽڻ ۽ رڳو شڪايتون ڪرڻ کان پاسو ڪرڻ گهرجي.

اسين پنهنجي بحاليءَ لاءِ ان کان وڌيڪ ٻيو ڇا ڪري سگهون ٿا؟ اسان وٽ ان جا ڪئين طريقا آهن، پر ان لاءِ پرامن رهڻ پهريون قدم آهي.

سنڌ جي ترقيءَ لاءِ اوهان جي ساٿ ۽ سهڪار جي آجيان ڪئي ويندي.

# ايندڙ قدم :سنڌ ۾ سنڌين کي ڪيئن بچائجي.....!؟ عملي ڪم ڪرڻو پوندو

"سنڌ ۾سنڌين کي ڪيئن بچائجي؟ عملي ڪم ڪرڻو پوندو!" جي سري سان اڄڪلهه جيڪو بحث هلي رهيو آهي، ڏاڍ و مثبت آهي ڏاڍيون سٺيون صلاحون سامهون آيون آهن. اڃو ته وڌ کان وڌ تجويزون پيش ڪريون.

ان کان پوءِ اسان کي ان تي ڌيان ڏيڻ جي ضرورت آهي ته، "انهن صلاحن کي عملي شڪل ڪيئن ڏجي؟"

1. ڪيريئر ڪائونسلنگ ۽ تعليم :شاگردن کي مئٽرڪ کان پوءِ اڳتي جو تعين ڪرڻ لاءِ ڪيريئر ڪائونسلنگ پروگرام شروع ٿيڻ گهرجي.
2. سنڌ جي ترقي لاءِ لابنگ مهم هلائي وڃي.
3. سنڌي پروفيشنل نيٽ گروپ يا ويب سائيٽ : اهڙي ويب سائيٽ جنهن تي سنڌي پنهنجي بائيوڊيٽا ۽ ائڊريس موڪلين.
4. سچاٽپ ۽ ملازمت جي فراهمي.

5. ميڊيا (خاص طور تي ٽي وي چئنلز) سان ڳالهائجي ته اسان جي ماڻهن جي ڪاروبار لاءِ خاص پروگرام تيار ڪن.
6. سنڌ، پاڪستان ۽ دنيا جي ٻين ملڪن جي سٺن ڪاليجن ۽ يونيورسٽين جو تفصيل مهيا ڪجي.
7. خانگي يونيورسٽين ۽ٻين تعليمي ادارن کي ٻهراڙين ۾ برانچون قائم ڪرڻ لاءِ آماده ڪجي.
8. مفت فني صلاحون ۽ مدد ڪندڙ ماڻهن جي لسٽ. پروفيشن،اِي ميلز، آفيس ۽ موبائل نمبر اهڙن ماڻهن جا جيڪي والنٽيئر طور ڪم ڪرڻ تي راضي هجن.
9. روزگار جا موقعا پيدا ڪرڻ طرف خاص ڌيان ڏجي. نيٽ گروپس کي ذڪين پروفيشنس جيئن بئنڪنگ، انجنيئرنگ، بزنس، تعليم ۽ قانون جي تعليمُ وغيره طرف ڌيان ڏيڻ گهرجي.

# سنڌ: سسندڙ معيشت ۽ وڌندڙ غربت

امدادي ادارن کي اها هاڻي سڌ پئي آهي، پر سنڌي ته ان کان شروع ۾ ئي واقف هئا ته سنڌ جي معيشت تيزيءَ سان سُسي رهي آهي ۽ غربت ۾ واڌ ٿي رهي آهي. خاص طور ٻهراڙيءَ وارن علائقن ۾ وڌيڪ اضافو ٿيو آهي.

سنڌ سرڪار ۽ پاڪستان حڪومت انهن انگن اکرن کان آگاهه آهن.

پاڪستان ۾ گذريل پنجن سالن دوران زرعي شعبي ۾ 1·8 سيڪڙو اوسر ٿي آهي. پنجاب ۾ اوسر جي شرح 2·5 آهي، پر سنڌ ۾ اها شرح منفي 0·1 سيڪڙو آهي. نوٽ ڪرڻ جي ڳالهه اها آهي ته سنڌ ۾ زرعي اوسر جي شرح منفي آهي.

سڄي پاڪستان ۾ 1983،84ع جي پيٽ ۾ غربت جي شرح 47 سيڪڙو مان گهٽجي 2001،02ع ۾ 38 سيڪڙو تائين پهتي آهي.

1983،82ع ۾ سنڌ ۾ غربت جي شرح پاڪستان جي مجموعي شرح کان گهٽ هئي، اها 38 سيڪڙو هئي، پر 2001،02ع ۾ سنڌ ۾ غربت جي شرح

پاڪستان جي مجموعي شرح ڪان وڏي وئي آهي ۽ اها هن وقت 60 سيڪڙو آهي.

شهري ۽ ٻهراڙيءَ ۾ غربت جي شرح جو فرق ڇرڪائيندڙ آهي. 1983,84ع جي ڀيٽ ۾ شهري علائقن ۾ غربت جي شرح 3 0 سيڪڙو مان گهٽجي 2001,02ع دوران 25 سيڪڙو تي پهتي آهي. پر سنڌ جي ٻهراڙي وارن علائقن ۾ 1983,84ع ۾ غربت جي شرح 7 4 سيڪڙو هئي ۽ 1996,97ع ۾ گهٽجي 5 3 سيڪڙو تي پهتي هئي، تنهن ۾ سال 2001,02ع تائين ڇرڪائيندڙ واڌ ٿي آهي ۽ اها هاڻي 60 سيڪڙو تي وڃي پهتي آهي.

# سنڌ ۾ سنڌين کي فتح ڪرڻ جو پروگرام

تازو ڀائو الطاف ۽ ان جي پارٽي مهاجر صوبي جي ڳالهه ڪئي آهي، جيڪا انهن هن مهل تائين سانڍي رکي هئي.

سالن کان ڪيترن ئي دوستن جون ڪافي سگهاريون ڪوششون نظر پيون اچن، جيڪي هنن سنڌ ۾ سنڌين لاءِ ڪيون آهن. پيپلز پارٽيءَ ۾ ڪجهه اهڙا ماڻهو نظر اچن ٿا. قومپرستن ۾ به ملڪ ۾ يا ٻاهر ڪجهه اهڙا ماڻهو موجود آهن، سماجي تنظيمون جيئن سگا آهي، ڪجهه سرڪاري ملازم وغيره آهن، جيڪي اهم ڪردار ادا ڪري سگهن ٿا. پر سندن تعداد ٿورو آهي ۽ سندن ڪوششون به ڏار ڏار پليٽ فارمن تان ٿي رهيون آهن. هن وقت سنڌ جي ڀلائي چاهيندڙ ماڻ ۾ آهن، شايد هنن شڪست تسليم ڪري ورتي آهي.

حالتون سنڌين کي غلط رخ ڏانهن وٺي وڃي رهيون آهن. ٿل ڪئنال سامهون آيو آهي. هڪ نئون ڊئم پروجيڪٽ اچڻ وارو آهي ۽ اهو سنڌ لاءِ انتهائي هاڃيڪار هوندو. ۽ ان طرف ڪنهن به اڃا تائين ڌيان نه ڏنو آهي.

هن وقت سنڌي انفرادي طور تہ پنهنجو دفاع ڪرڻ ۾ مشغول آهن پر اجتماعي قدم جي ضرورت آهي. ڪجهہ ماڻهن کي انفرادي جدوجهد ۾ سڦلتا بہ ملي آهي، پر اها ڪافي ناهي. 9 0 سيڪڙو اڪثريت خاموش آهي.

هن وقت ڪوبہ اهڙو ماڻهو نہ آهي جيڪو سنڌين جي وڪالت ڪري. مرڪز چند سردارن جي مدد سان بينڪيت واري طريقي رهواسين تي ضابطو رکڻ جي ڪوشش ۾ رڌل آهي. قوم پرست عوامي اعتماد ۽ حمايت حاصل ڪرڻ ۾ناڪام رهيا آهن ۽ اسٽيبلشمينٽ پي پي پي کي ان سلسلي ۾ کلي ڇوٽ ڏني آهي پر انهن بہ عوام جو اعتماد بحال نہ ڪري سگهيو آهي.

وزيراعظم ڪير بہ هجي پر سنڌ ۽ سنڌين تي ان جو ڪوبہ اثر نٿو پوي. جمالي، شجاعت، شوڪت عزيز نواز شريف گيلاني سيئي هڪجهڙا آهن. هنن سنڌين لاءِ ڏڪن ۽ دڙڪن کانسواءِ ڪجهہ بہ نہ ڪيو آهي. ان ۾ اهم ڳالهہ اها آهي تہ اسلام آباد، لاهور، ڪراچي، پشاور، ڪوئيٽا يا واشنگٽن ۾ مٿئين سطح تي سنڌين لاءِ ڪابہ همدردي موجود نہ آهي.

جيستائين ڪا وڏي تحريڪ شروع نہ ٿيندي ۽ ان ۾ عوام جي ڀرپور شرڪت نہ هوندي جنهن ۾ مختلف راءِ رکندڙ ۽ معاشي طبقن جا سنڌي شامل نہ هوندا تيستائين حالتون بدلجي نہ سگهنديون. سنڌ جي فتح مڪمل ٿيڻ تي آهي. اهو ئي جدوجهد ۽ قرباني جو وقت آهي. سيني جمهوري قوتن کي گڏ ڪريو يا خاموش رهو.

نوٽ: سنڌ 21 سينچري فورم ان لاءِ ٺاهيو ويو آهي. اهو هڪ قسم جي سنڌين جي ٿنڪ ٽئنڪ آهي. سنڌ جي سجاڻ حلقن کي ان پليٽ فارم کي سگهارو بنائڻ کپي. (مرتب)

# سنڌي سنڌين جي مدد ڪن

سهڪاري عمل کي محدود ڪري نٿو سگهجي. اهو هر ڪنهن لاءِ هئڻ گهرجي.

اسان پڏون ٿا تہ ڪجهہ اهڙيون برادريون بہ آهن جيڪي پنهنجن جي مدد ڪن ٿيون. جيئن ڪڇي، ڪاٺياواڙي ميمڻ برادري، چنيوٽي برادري، دهلي پنجابي سوداگران، بوهري ۽ آغا خاني (اسماعيلي) برادريون آهن. خود ڪراچي، حيدرآباد ۽ ميرپورخاص ۾ ايم ڪيو ايم بنيادي طور تي ورهاڱي ڪانپوءِ آيل مهاجر آباديءَ جو مضبوط اتحاد جي علامت آهي.

مون کي يقين آهي تہ سنڌي لکن جي تعداد ۾ هڪٻئي جي مدد ڪري سگهن ٿا. ان سلسلي ۾ وڏيڪ محنت جي ضرورت آهي.

اهڙا ماڻهو جن اسپتالون کوليون هجن، يتيم خانا کوليا هجن، بيواهن لاءِ اجها جوڙايا هجن يا بيروزگارن لاءِ روزگار جو بندوبست ڪيو هجي تہ جيئن هو سنڌين جي وڌيڪ مدد ڪري سگهن. انهن جي همت افزائي ڪئي وڃي.

خاطري آهي، مالڪ مٿن مهربان ٿيندو. اسان مڙني کي هنن کان سکڻ گهرجي ۽ سندن احترام ڪرڻ گهرجي.

اسلام آباد ۾ شفا انٽرنيشنل اسپتال جيئن ڪراچي ۾ آغا خان اسپتال، ڊاڪٽر اديب رضوي ۽ ميمڻ اسپتالون ۽ تازو انڊس اسپتال به ڪاميابي سان هلي رهي آهي، اهڙيون اسپتالون ڪنڊڪوٽ، شڪارپور، دادو، ٿرپارڪر، سانگهڙ، موري ۽ ٺٽي بدين ۾ هجڻ کپن. سنڌ ۾ فلاحي تعليمي ادارا ۽ هاسٽلون اجا قائم ڪونهن نه ئي هنري اسڪول ڪو نتيجو ڏئي رهيا آهن، انهن اسڪولن، ادارن جون بلڊنگون سرڪاري موجود آهن پر نتيجو ڪونهي، هاسٽلون بند ڪيون ويون آهن، پرائيويٽ ادارا مال ڪمائي رهيا آهن سرنديءَ وارن کي سرڪار کان اهي اسڪول وٺي Adopt ڪري انهن جي سرپرستي ڪرڻ کپي.(مرتب)

# سنڌ جي ماليات ۽ اين ايف سي

پاڪستان ۾ اين ايف سي ايوارڊ رڳو آبادي جي بنياد تي ئي ڏنو وڃي ٿو پر آبادي جي بنياد تي ورڇ وارو طريقو ناانصافي برابر آهي. ڪي اهڙا به خرچ آهن جيڪي آبادي جي بنياد تي نٿا ڪيا وڃن پر اهي هر صوبي ۾ هڪ جيترو ئي آهي. مثال طور هر صوبي ۾ هڪ گورنر، هڪ چيف جسٽس ۽ هڪ آءِ جي پوليس هوندو آهي جن جو آبادي جي بنياد تي طئي نٿو ڪيو وڃي. ان ڪانسواءِ ترقياتي خرچ جي لحاظ کان به جيڪڏهن سراسري ڪڍجي ته گهٽ آبادي وارن علائقن کي في ڪس شهري جي لحاظ کان گهٽ فائدو رسي ٿو. جيئن بلوچستان ۾ تيار ٿيندڙ هڪ ڪلوميٽر روڊ مان 100 ماڻهن کي فائدو ملي ٿو پر پنجاب ۾ ان مان 1500 ماڻهو لاڀ حاصل ڪن ٿا. ان ڪري في ڪس آبادي جي لحاظ کان پنجاب ۾ خرچ جو بار گهٽ آهي.

گذريل اين ايف سي ايوارڊ خاص طور سنڌ کي ته نقصان ئي رسايو آهي. گذريل ڇهن سالن دوران سنڌ کي حصي ۾ 204 ارب رپيا ملڻا هئا پر مليا رڳو 147 ارب رپيا ۽ 57 ارب رپيا وفاقي تي رهت آهي. روينيو

حاصل ڪرڻ لاءِ لڳايل سمورا ڪاٿا ۽ هدف اين ايف سي غلط ثابت ڪري ڇڏيا جن جو حقيقت سان ڪوبہ تعلق ناهي. پڪ آهي تہ ان گهٽتائي جي سلسلي ۾ اهڙا قدم کڻڻ جي تياري ڪجي جن سان سنڌ جي حصي ۾ ذڪر جوڳي واڌ ٿي سگهي.

اڙهين ترميم ڪانپوءِ سنڌ ۾ جيڪا واڌو رقم آئي آهي ان جو بہ سنڌ جي ترقيءَ تي ڪو اثر نٿو نظر اچي شهرن ۾ صفائيءَ جو فقدان ۽ ادارا بدحال آهن.(مرتب)

گذريل ڇهن سالن دوران اين ايف سي ايوارڊ سنڌ جي ڪنگالپڻي ۽ ترقياتي ڪم نہ ٿيڻ جو سبب بڻيو. جيئن سنڌ جي معاشي بحالي جوڳا قدم کڻڻ جي ضرورت آهي.

(1)ـ رستن، عمارتن، پلين، واهن ۽ آبپاشي سرشتي جي سارسنڀال جو ڪوبہ ڪم نہ ٿيو آهي.

(2)ـ سوشل ايڪشن پروگرام تحت سنڌ ۾ هزارين پرائمري اسڪول جوڙيا ويا آهن پر غير فعال آهن.

(3)ـ بنيادي صحت مرڪزن، ڊرينيج ۽ واٽر سپلاءِ اسڪيمن جي بہ ساڳي حالت آهي.

(4)ـ پوليس ٿاڻن کي فعال رکڻ لاءِ ايتري تہ گهٽ رقم ڏني وڃي ٿي جيڪا رڳو موبائيل وين جي پيٽرول جي خرچ لاءِ بہ ناڪافي آهي.

(5)ـ گذريل پنجن سالن کان بہ وڏيڪ عرصي کان وڌي واهپي جي شين مهانگائيءَ جي ڪري غربت وڌي آهي ۽ جنهن ڪري بيروزگاري ۾ تمام گهڻو واڌارو ٿيو آهي.

(6)ـ اٽيورن فنڊن جي ڪري سنڌ حڪومت ڪا بہ صنعتي ترقي نہ ڪئي آهي. نوري آباد جي انڊسٽري پڙپانگ تي وئي آهي، تنهن ۾ بدحالي ۽ بيروزگاري آهي، جنهن سان صوبي جي ترقي تي خراب اثر پيو آهي ۽ محروميءَ جو احساس وڌيو آهي.

پاڪستان جي صورتحال سان ڀيٽ ڪندي عالمي سطح تي هڪ مثال پيش ڪري سگهجي ٿو تہ ڀارتي مالياتي ڪميشن آبادي جي بنياد تي رڳو 10 سيڪڙو حصو ڏئي ٿي ۽ 32.5 سيڪڙو حصو رياست

کي وسيلن جي بنياد تي ڏنو وڃي ٿو. انڪم ٽئڪس مان حاصل ٿيل سمورو روينيو رياستن کي موٽايو وڃي ٿو. ڀارت ۾ رياستن ۾ برابري قائم رکڻ لاءِ تمام گهڻو زور ڏنو وڃي ٿو ۽ هيٺ ڄاڻايل طريقن مان ڪنهن به هڪ يا ان کان وڌيڪ طريقن مان رهنمائي حاصل ڪئي وڃي ٿي) :1 ( آبادي جو دائرو) 2 (انفرا اسٽرڪچر انڊيڪس) 3 (غربت جو انڊيڪس )4 (رياستن ۾ غربت جو في سيڪڙو) 5 (رياستن وچ ۾ في ڪس آمدنيءَ جو تفاوت. ڀارت ۾ 10 هين مالياتي ڪميشن ۾ روينيو جي آمدني کي به شامل ڪيو ويو. 11 هين مالياتي ڪميشن جي رپورٽ ۾ معدني وسيلن جي رائلٽي تي به نظر ثاني جي سفارش ڪئي وئي آهي.

موجوده سنڌ حڪومت رائج طريقيڪار ۾ تبديليءَ واري مطالبي جو حق رکي ٿي. شاهديون ملن ٿيون ته ماضيءَ جي سنڌ حڪومتن سنئيون تجويزون پيش ڪيون هيون پر اهي رد ڪيون ويون. هن حڪومت کي سنڌ ڪيس وڌيڪ سگهاري نموني پيش ڪرڻ گهرجي.

اسين سمجهون ٿا ته 1996ع ۾ ان وقت جي سنڌ حڪومت اين ايف سي لاءِ ڪيس جي تياريءَ جي سلسلي ۾ هڪ ٽاسڪ فورس قائم ڪئي هئي جنهن جون تيار ڪيل سفارشون اڄا تائين ڪار آمد آهن. انهن کي زميني حقيقتن موجب بهتر ڪري پيش ڪري سگهجي ٿو. مثال طور:

(1)_ سيلز ٽيڪس  ڪاپي وارو ٽيڪس آهي ۽ عالمي سطح تي اهو صوبن جو حصو سمجهي موٽايو وڃي ٿو ته جيئن صوبا مالي طور مستحڪم ٿي سگهن ۽ ان لحاظ کان خود مختيار هجن.

(2)_ ٽيڪسز جي وصولي ۽ روينيو آمدني کي به ورڇ ۾ شامل ڪيو وڃي.

(3)_ اها به سفارش ڪئي وئي هئي ته سنڌ کي بندرگاهن جي آمدني مان حصو ڏنو وڃي. ٽاسڪ فورس موجب بندرگاهه سنڌ جي قدرتي وسيلن ۾ شامل آهن ۽ انهن کي به خيبرپختونخواهه صوبي جي هائيڊل پروجيڪٽس واري حيثيت ڏني وڃي. جيئن ته سرحد کي

هائيڊل پروجيڪٽس جي آمدني مان حصو ڏنو وڃي ٿو تہ پوءِ سنڌ
کي بہ بندرگاهن جي آمدنيءَ مان حصو ملڻ گهرجي.
(4)_ ڪجهہ حقيقي گهرجون :سنڌ ۾ امن امان جي صورتحال، آبادي جي
اوسر ۽ معاشي بدحالي تي بہ غور ٿيڻ گهرجي.
(5)_ سنڌ ۾ مهاجرن جي وڏي تعداد جون حقيقي گهرجون :ٻين صوبن ۽
افغانستان، ايران ۽ بنگلاديش وغيره مان ٿيندڙ لڏپلاڻ جي بار کي بہ
نظر ۾ رکڻ گهرجي.

مختصر اهو تہ اسين سمجهون ٿا تہ نئون طريقيڪار طئي ڪرڻ
ضروري آهي:

(1)_ روينيو جي وصولي ۽ ان جا وڏيڪ موقعا پيدا ڪرڻ تي وڏيڪ
ڌيان ڏنو وڃي.
(2)_ غربت.
(3)_ قدرتي وسيلن جي آمدني.
(4)_ ٽيڪس ۾ ڇوٽ واري اسڪيم تحت گڏ ڪيل روينيو مان حصو.
(5)_ خانگائڻ واري پاليسي ذريعي حاصل ٿيندڙ آمدني مان حصو.

آخر ۾ اهو ئي عرض ڪنداسين تہ اين ايف سي ايوارڊ ايترو هجي
جو (الف) صوبائي ۽ مڪاني حڪومتون پنهنجون مالي گهرجون پوريون
ڪري سگهن ۽ (ب) انهن وٽ ترقياتي رٿائن ۽ بنيادي انساني ضرورتن
جي پورائي لاءِ بہ مناسب رقم موجود هئڻ گهرجي تہ جيئن سنڌ جي
سمورن ماڻهن لاءِ معاشي ترقيءَ جي راهہ هموار ڪري سگهجي.

گذريل 6 سالن ۾ اشتهارن تي سنڌ جي ترقي جي حوالي سان
جيڪي انگ اکر ڏيکاريا پيا وڃن انهن جو سنڌ جي عام ماڻهوءَ جي
خوشحاليءَ تي ڪو بہ اثر نظر نٿو اچي. مثال طور ٿر ۾ وڏي ترقي ڏيکاري
وڃي ٿي پر پوءِ اتي غذائي ڪمي ۽ اسپتالن ۾ علاج جي سهوليتن جي
فقدان سبب سوين ٻارڙا ڇو ٿا مرن؟ (مرتب)

# سنڌين جي مارڪيٽ ۾ عدم موجودگي

ورهاڱي کان پوءِ سنڌ اندر ڪاروباري مڊل ڪلاس جو جيڪو خال پيدا ٿيو اهو اڄ تائين پُرجي نہ سگهيو آهي. 1970ع جي ڏهاڪي ۾ ڀٽي صاحب جي ڪوشش سان جنهن مڊل ڪلاس جنم ورتو اهو سرڪاري نوڪريءَ تي اُسريو هو. سرڪاري نوڪري جيئن تہ پڪي پگهار جي بنياد تي هوندي آهي ۽ ان ۾ اڳتي وڌڻ لاءِ هاڻي اهليت ۽ چٽاڀيٽيءَ بجاءِ ٻين هنرن جي ضرورت پوي ٿي، تنهن ڪري اهڙو مڊل ڪلاس مارڪيٽ جي چٽاڀيٽيءَ کان ٻاهر رهڻ سبب سماجي ڍانچي جي اڏاوت ۾ نهايت معمولي ڪردار مس ادا ڪري سگهندو. سنڌ جو نوڪري ڪندڙ مڊل ڪلاس چوويهہ ڪلاڪ پروموشن، پوسٽنگ ۽ بدليءَ جي چڪر ۾ پورو هوندو آهي ۽ انهن خفن کان واندڪائيءَ جي وقت ۾ هن جو مشغلو مٿين ڪمائي هوندو آهي. ان جي ابتڙ مارڪيٽ جي بنياد تي اُسرندڙ وچولي طبقي جو سماج ڏانهن رويو ئي مختلف هوندو آهي. ڪاروباري چٽاڀيٽيءَ سبب ان طبقي جو ماڻهن ڏانهن رويو حاڪماڻو نہ پر هٿ ٻڌڻ وارو هوندو آهي ۽ سندس ذهن وڌيڪ تخليقي انداز ۾ سوچيندو رهندو آهي. سنڌ ۾ اهڙو وچولو طبقو نہ هجڻ جي برابر آهي. اهوئي ڪارڻ آهي جو سنڌ جي وڏن ۽ وچولن شهرن ۾ وڏن ڪاروبارن يا

ڏيساور جي واپار ۾ سنڌي اتي ۾ لوڻ برابر نظر ايندا آهن. ان ئي ڪارڻ سنڌ ۾ سياست تي وڏيرڪو طبقو ڇانيل آهي. قومي حقن لاءِ جاکوڙيندڙ ادارن، فردن ۽ تنظيمن ڪي سنڌي سماج اندران زباني واهه واهه ته جام ملي ويندي آهي، پر ان جي عملي سرپرستي نه تيڻ سبب انهن ادارن جي اوسر به ڪميءَ جي رفتار واري آهي. مثال طورسنڌ اندر باقي صوبن جي ڀيٽ ۾ وڏيڪ سياسي شعور جي دعويداريءَ جي باوجود ڪن هڪ ٻن کي ڇڏي، باقي سنڌي ڪتاب ڇپائيندڙ ادارن لاءِ ڪنهن ڪتاب جون هزار ڪاپيون وڪرو ڪرڻ ڏکيو ٿيو پوي. سنڌ اندر سرڪاري شعبي جي يونيورسٽين جو حال خراب هجڻ جي باوجود ڪراچيءَ کي ڇڏي، باقي سنڌ ۾ ڊِنگ جا خانگي تعليمي ادارا به نٿا ملن. سنڌ اندر ڊگري ڏيندڙ 25 خانگي يونيورسٽين مان 23 ڪراچيءَ ۾ آهن. هن وقت سنڌ جي ٻهراڙين ۾ سکر آءِ بي اي ڪان سواءِ ڪو به ڳڻڻ جهڙو وڏو تعليمي ادارو نظر نٿو اچي، جتان مارڪيٽ جي ڇتاڀيتيءَ ۾ مقابلو ڪري سگهڻ جهڙو هيومن ريسورس وڏي انگ ۾ پيدا ٿي سگهي. هاڻي جيئن ته سرڪاري شعبي ۾ نوڪرين جا وهندڙ واهڙ سُڪي رهيا آهن ۽ جاب مارڪيٽ تي خانگي شعبو ڇانيل آهي ته سنڌ جي ٻهراڙين مان ڊگريون وٺي نڪرندڙ نوجوان مارڪيٽ ۾ واٽڙاٽپ جو شڪار آهن. جيتوڻيڪ خانگي شعبي اندر به سياسي اوليتون اثرانداز ٿين ٿيون، پر پوءِ به وڏي حد تائين ميرٽ لاءِ دروازا کليل رهن ٿا. بدقسمتيءَ سان مارڪيٽ جي جديد گهرجن تي پورو لهڻ لاءِ تعليمي ادارن کي جيڪو ڪجهه ڪرڻ گهرجي، اهو نٿو ٿئي. سنڌ جي ٻهراڙين جي ڀيٽ ۾ شهري علائقن ۽ ٻين صوبن خاص ڪري پنجاب ۾ خانگي شعبي اندر وڏيڪ معياري تعليمي ادارا موجود آهن، جتان ڊگريون حاصل ڪندڙ اميدوار نوڪرين ۾ اسان جي ادارن مان نڪرندڙ کيپ کي گهٽو پنتي ڇڏي وڃن ٿا. سنڌ جي ٻهراڙين ۾ جنهن طبقي وٽ پئسو آهي، ان وٽ اها ساڃاهه ناهي ته ان پئسي کي قوم جي اجتماعي ڀلي لاءِ ادارا ناهڻ ۾ سيڙائڻ گهرجي. اهوئي سبب آهي جو سنڌ جو پئسي وارو وچولو طبقو گهڻي ڀاڱي پيٽرول پمپ کولڻ، شهرن ۾ پلاٽ خريد ڪرڻ جهڙن منافعي وارن موقعن ۾ سيڙپڪاري ته ڪندو رهندو

آهي، پر معياري تعليمي ۽ علمي ادارا کولڻ ۾ ان جي ڪا بہ دلچسپي نہ هوندي آهي. ڪاروباري وچولي طبقي جي کوٽ سبب مارڪيٽ اندر سنڌين جو حصو پتي نہ هجڻ برابر آهي ۽ ان ڪري اسان جي اثرائتي موجودگيءَ جو وڏو خال آهي. ان جي ابتڙ سنڌ ۾ ٻين سمورن صوبن ۽ قوميتن جا ماڻهو مارڪيٽ ۾ نظر اچن ٿا. اڄوڪي دور ۾ مارڪيٽ مان گم هجڻ جو ٻيو مطلب آهي دنيا مان گم هجڻ.

ٻولي ۽ ڪلچر کان وٺي سياسي فيصلن تائين هر هنڌ مارڪيٽ ۾ موجودگي اثرانداز ٿئي ٿي. اهو ئي سبب آهي جو سالن کان اسان سنڌ ۾ سنڌي ٻولي لاڳو ڪرڻ لاءِ سرڪاري حڪمناما جاري ڪرڻ جا مطالبا ڪندا رهون ٿا ۽ سرڪاري حڪمناما جاري ٿيڻ جي باوجود انهن تي عمل ممڪن نٿو ٿئي. جيستائين سنڌي ٻولي مارڪيٽ جي گهرج نہ بڻجندي، تيستائين سرڪاري حڪمنامن سان ڪجهہ نہ ورندو. ساڳي طرح ڪراچيءَ اندر شهري معاملن تي ٿيندڙ سرڪاري جرڳن ۾ ٻين قومن جا عيوضي تہ ڪوٺيا ويندا آهن، پر سنڌين جي نمائندگيءَ لاءِ ڪنهن کي بہ نہ سڏايو ويندو آهي. ان جو بہ ساڳيو ڪارڻ آهي جو ڪراچيءَ ۾ ڳالهين جي اعتبار کان چڱو موچارو حصو هجڻ جي باوجود سنڌي جيئن تہ ڪراچيءَ جي مارڪيٽ ۾ ناهن، تنهن ڪري کين عملي طور ڳالهين ۾ نٿو آندو وڃي. پنهنجي سموري سيڪيولر ۽ ترقي پسندي، امن پسنديءَ ۽ صوفي مزاج جي باوجود بين الاقوامي طاقتون سنڌين سان هڪ ڌر جي حيثيت ۾ نہ ٿيون ڳالهائين، تنهن ڪري تمام گهڻو ضروري آهي تہ وڻج واپار ۽ منڊيءَ ۾ سنڌي ماڻهو پير رکن. ان سان نہ رڳو سنڌي قوم اندر هڪ بنيادي سماجي تبديلي ايندي، پر سنڌي هن ملڪ جي معاملن ۾ اثرائتا اسٽيڪ هولڊر بہ ڳڻجي سگهبا.

(محترم نصير ميمڻ جي ڪتاب سنڌ جي سياسي ۽ سماجي ترقيءَ جي واٽ تان ورتل)

# سنڌين جي حقيقي نمائندگي ڪندڙ تنظيم جي اڻ هوند

سنڌ ۽ سنڌ کان ٻاهر هڪ غلط فهمي ڊگهي عرصي کان موجود آهي ته پيپلز پارٽي سنڌين جي نمائندگي ڪندڙ تنظيم آهي. جيڪڏهن نمائندگيءَ جي معنيٰ رڳو ووٽ وٺڻ آهي ته پوءِ اها ڳالهه وڏي حد تائين صحيح آهي، پر جيڪڏهن نمائندگيءَ جو مقصد ڪنهن قوم جي سياسي ۽ سماجي حقن جو تحفظ ڪرڻ ۽ ان جي احساسن ۽ جذبن جي عملي ترجماني ۽ حق ادائي ڪرڻ آهي ته پوءِ اها ڳالهه صحيح ناهي. پيپلز پارٽيءَ جون مد مقابل ڌريون ان کان وڌيڪ خراب رهيون آهن، تنهن ڪري سنڌ واسي مجبور ٿي ان پارٽيءَ کي ووٽ ڏيندا رهيا آهن. ذوالفقار علي ڀٽي ۽ بينظير ڀٽو جي شهادت کان پوءِ سنڌين جو پيپلز پارٽيءَ سان جيڪو جذباتي لڳاءُ ۽ رشتوهو اهو به هاڻي پوين پساهن ۾ آهي. هاڻي پيپلز پارٽي سنڌين جي چوائس نه پر مجبوري بڻيل آهي. بدقسمتيءَ سان سنڌ اندر قومپرست ۽ ڪابي ڌر واريون تنظيمون اجا تائين ڪو بهتر متبادل فراهم نه ڪري سگهيون آهن ۽ پيپلز پارٽيءَ جي مد مقابل ڌريون هميشه سنڌ کي وڌيڪ هاڃو رسائيندڙيون رهيون آهن. تنهن ڪري سنڌ واسي هميشه پيپلز پارٽيءَ کي پارلياماني سياست ۾ اوليت

ڏيندا رهيا آهن. بدقسمتيءَ سان پيپلز پارٽي سنڌ واسين جي ان پڌي ۽ مجبوريءَ جو غلط فائدو وٺندي، سنڌ اندر ڪا ڏگهي مدي واري بنيادي تبديلي آڻڻ بدران اقتدار کي عارضي ۽ معمولي مفادن لاءِ استعمال ڪندي رهي آهي. بينظير ڀٽو جي حياتيءَ ۾ وري به ڪجھ نہ ڪجھ سنڌ جي مفادن لاءِ ڊگهي مدي واري رٿابندي نظر ايندي هئي، پر هاڻي تہ سنڌ ۽ سنڌي ان جي اوليت بہ نہ رهيا آهن. اڪثر چونڊيل عيوضي خود غرضي ۽ مفادپرستيءَ جي سورين حدن کي اڪرندي هن حڪومت کي پراڻا ليکا لاهڻ ۽ آئيندي جو ايڊوانس ڪيڻ جو آخري موقعو سمجهي سنڌ جي مفادن کي پٺي ڏئي ويٺا آهن. اهوئي سبب، آهي جو اڄ سنڌ ۾ گورننس انتهائي خراب حالت ۾ آهي. نوڪرين ۾ مقرريون، پروموشن، بدليون، ٺيڪا ۽ امدادون سڀ ڪمائيءَ جو ذريعو بڻجي چڪا آهن. شهرن ۾ دهشتگردي ۽ ڀهراڙين ۾ اغوا ۽ قتل جون وارداتون پنهنجي انتها تي آهن. عوام سڪٽين هڪلن ۽ داٻن ۽ آسرن وارا بيان پڌي ساڻو تي پيو آهي. آڳرين تي ڳڻڻ جيترن چونڊيل نمائندن کي ڇڏي باقي هڪ وڏي اڪثريت لاءِ سنڌ ڪمائي ۽ اقتدار جي ڏاڪڻ بڻيل آهي. ان صورتحال ۾ سنڌ واسي ڪنهن حقيقي نمائندا تنظيم جي کوٽ کي شدت سان محسوس ڪري رهيا آهن، جيڪا سنڌين کي هن نفسياتي بحران مان ڪڍي انهن جي بي پناهہ توانائين کي ڪا منظم قيادت فراهم ڪري.

سنڌ واسين بينظير ڀٽو جي شهادت کان پوءِ جنهن ڪاوڙ ۽ پڌيءَ جو مظاهرو ڪيو هو ان سڄي توانائي کي ايڏين سالن اندر پيپلز پارٽيءَ اهڙي طرح ٻاڦ بڻائي اڏائي ڇڏيو جو شايد اهڙو ڪم آمرن جي اذيتن ۽ سازشن کان بہ نہ ٿي سگهيو هوندو. سنڌ ۾ هن وقت هڪ وطن دوست، عوام دوست، لبرل ۽ ترقي پسند قيادت ۽ تنظيم جي ضرورت آهي جيڪا سنڌي سماج کي ڏونڌاڙي جديد دور جي تقاضائن سان هم آهنگ ٿيڻ جا ڏس ڏسي سگهي. سنڌ کي هڪ اهڙي تنظيم جي گهرج آهي، جيڪا سنڌ واسين جي ويساهہ کي نئون جياپو ڏئي سگهي. سنڌ کي هن وقت اهڙي گهڻ رخي تنظيم جي ضرورت آهي، جيڪا سنڌ کي مرنڌڙ سماجي ڍانچي جي ڏٻڻ مان ڇڪي ٻاهر ڪڍي ۽ ان کي ملڪي توڙي بين الاقوامي سياست جي مکيہ ڌارا ۾ سندس جائز حصو ڏياري سگهي.

سنڌي ميڊيا، ليڪڪ، غير سرڪاري ادارا ۽ فرد پنهنجي حصي جي ڪوشش ڪندا رهن، پر سياسي تنظيم جو متبادل پيو ڪجهه نه هوندو آهي. سنڌ جي عوام دوست مڊل ڪلاس تي اهو تاريخ جو قرض آهي ته اهو سنڌ ۾ اهڙي قيادت فراهم ڪرڻ لاءِ پنهنجو ڪردار ادا ڪري ۽ جيستائين اهڙي تنظيم وجود ۾ اچي، تيستائين مختلف محاذن تي پنهنجو هاڪاري ڪردار ادا ڪندي سنڌ جي حقن جي پاسداريءَ لاءِ پنهنجي حصي جي جدوجهد جاري رکي.

(محترم نصير ميمڻ جي ڪتاب سنڌ جي سياسي ۽ سماجي ترقيءَ جي واٽ تان ورتل)

# ڪراچي سنڌين لاءِ اوپري ڪيئن بڻائي وئي؟

اڄوڪي سنڌ جي قومي ۽ جاگرافيائي وحدت مٿان لٽڪندڙ تلوار جو سڀ کان اهم ۽ بنيادي ڪارڻ ننڍي کنڊ جو ورهاڱو هو. 1947ع ۾ پيش آيل ان واقعي جي سڀ کان وڏيڪ قيمت جيڪڏهن ڪنهن ڀري آهي ته اها سنڌ ۽ سنڌين ڀري آهي. ڇهن ڏهاڪن کان پوءِ اڄ صورتحال اتي اچي پهتي آهي، جو سنڌين کي پنهنجي تاريخي سرزمين تي پنهنجي وجود بچائڻ جي ڳڻتيءَ اچي ورايو آهي. ننڍي کنڊ جي ورهاڱي جي اسڪيم ۾ سرحد پار کان مسلمانن جي لکن جي تعداد ۾ آمد ۽ سنڌ توڙي پنجاب ۾ انهن جي آباد ٿيڻ جو ڪٿي به تذڪرو نه هو. 1947ع ۽ 1948ع جي وچ ۾ هندستان مان لکين ماڻهن جي آمد سنڌ ۽ خاص طور تي ڪراچيءَ ۾ آبادڪاريءَ جي توازن کي ڏوڏي ڇڏيو.

ورهاڱي وقت ڪراچيءَ جي آبادي ساڍا چار لک هئي، جن ۾ 61.2 سيڪڙو ماڻهو سنڌي ڳالهائيندڙ هئا، جڏهن ته اردو/هندي ڳالهائيندڙ آبادي رڳو 6.3 سيڪڙو هئي. ان وقت جي آباديءَ جو 51 سيڪڙو مذهبي لحاظ کان هندو برادريءَ سان تعلق رکندڙ هو جڏهن ته 42 سيڪڙو ماڻهو مسلمان هئا. ورهاڱي کان پوءِ آباديءَ جو اهو توازن

هڪدم بگاڙ جو شڪار ٿيو ۽ 1951ع جي آدمشماريءَ موجب ڪراچي جي آبادي ساڍا يارهن لک جي لڳ ڀڳ ٿي وئي. لساني اعتبار کان ان آدمشماريءَ جا انگ اکر چرڪائيندڙ آهن، جن موجب ورهاڱي کان اڳ 61 سيڪڙو سنڌي ڳالهائيندڙ آبادي گھٽجي رڳو 8.6 سيڪڙو وڃي بچي. جڏهن تہ 6.3 اردو ڳالهائيندڙ آباديءَ جو انگ وڌي 50 سيڪڙو تي ويو. ورهاڱي کان پوءِ شهر جو 96 سيڪڙو آبادي مسلمانن تي ۽ رڳو 2 سيڪڙو آبادي هندن تي ٻڌل هئي. ان لحاظ کان ڏسجي تہ ڪنهن بہ سماج لاءِ اها خطرناڪ ترين ڏونڊاڙ هئي. سنڌ جو شهري وچولو طبقو يعني هندو سرحد پار لڏي ويو. ٻئي طرف اٽڪل 7 لک ماڻهو سنڌ ۾ اهڙا داخل ٿيا، جيڪي سنڌي ڪلچر ۽ زمين کان بنهہ اوپرا هئا. سنڌن لاءِ سنڌ اسلام جي جنگ ۾ فتح ڪيل مال غنيمت کان وڌيڪ ڪجھہ بہ نہ هئي. 1941ع ۽ 1951ع جي وچ ۾ ڪراچي شهر اندر آبادي ۾ 161 سيڪڙو واڌ ٿي. ڪراچيءَ اندر ڌاري آباديءَ جو اهو سلسلو ختم نہ ٿيو بلڪ ايوب جي دور ۾ 60ع جي ڏهاڪي ۾ پختونن جي آمد 1972ع ۾ ۽ 1978ع جي وچ ۾ بنگلاديش مان اٽڪل ساڍا ٽي لک پناهگيرن جي آمد (جيڪي گھڻي ڀاڱي بهاري هئا) ۽ افغان جنگ کان پوءِ ٽي لک کان وڌيڪ پناهگيرن جي آمد ڪراچيءَ جي آدمشماريءَ جي توازن کي لڳاتار ٻئي تبديل ڪيو. هڪ ڪاٿي موجب هر سال سراسري طور ڪراچيءَ ۾ ساڍا ٽي لک ماڻهن جو واڌارو ٿيو. ان سموري عرصي دوران جتي پنجاب ۽ پختونخوا مان آباديءَ جي لڳاتار آمد ڪراچيءَ ڏانهن جاري رهي، سنڌي ڳالهائيندڙن جي ڪراچي آمد ۾ ڪو نمايان اضافو نہ ٿيو. منهنجي خيال ۾ ان جا هيٺيان اهم ڪارڻ هئا.

ورهاڱي وقت خاص قانون تاهي شهرن ۾ مقامي آباديءَ لاءِ جائيداد خريد ڪرڻ تي بندش وجهڻ سبب مقامي سنڌي آبادي شروعاتي سالن ۾ شهرن کان ڪنجي ڀهراڙين تائين محدود ٿي وئي. مثال طور جڏهن ايوب کهڙي سنڌ ۾ وڌيڪ پناهگيرن کي آباد ڪرڻ ۽ ڪراچيءَ کي سنڌ کان الڳ ڪري ملڪ جي گادي جو هنڌ بڻائڻ جي مخالفت ۽ مزاحمت ڪئي تہ قائداعظم پنهنجا خصوصي اختيار استعمال ڪندي

سندس حڪومت کي ختم ڪري ڇڏيو جڏهن ته سنڌ اسيمبليءَ جي اڪثريت جي حمايت ايوب کهڙي کي حاصل هئي. ان غير جمهوري قدم جي نتيجي ۾ مقامي سنڌي آباديءَ کي سياسي طور بي هٿيار ڪيو ويو. ساڳي طرح آڪٽوبر ۾ جناح صاحب پنهنجا خصوصي اختيار استعمال ڪندي جائيدادن بابت به آرڊيننس جاري ڪيا. انهن حڪمنامن هيٺ پاڪستان جي ريهبليٽيشن ڪمشنر کي اهي اختيار ڏنا ويا ته اها هندن پاران ڇڏيل زمينن ۽ ڪاروبارن کي تحويل ۾ وٺي ان جي عارضي ليز جاري ڪري سگهي. ساڳي طرح پناهگيرن کي ان قانون هيٺ خالي ڇڏيل عمارتن تي قبضي جي اجازت ڏني وئي. هڪ ڪاٿي موجب آگسٽ 1947ع کان 1948ع وچ ۾ هندن جيڪي ملڪيتون ڇڏيون، تن ۾ 70 سيڪڙو زرعي زمين ۽ شهري علائقن ۾ 85 سيڪڙو گهر ۽ عمارتون شامل هيون، جيڪي جناح صاحب جي حڪم تي مقامي آبادي بجاءِ ٻاهران آيلن حوالي ڪيون ويون. اهڙي طرح رياستي قانون ۽ گورنر جنرل جي خصوصي اختيارن وسيلي هڪ منظم طريقي سان سنڌ جي اصلوڪن رهواسين کي عملي طور ڪراچيءَ مان بي دخل ڪيو ويو.

سنڌين جو سرنديءَ وارو وچولو طبقو هندن تي مشتمل هو جن وٽ شهرن خاص ڪري ڪراچيءَ ۾ جائيداد رکڻ جو لاڙو هوندو هو. سنڌي مسلمان ورهاڱي وقت گهڻو ڪري سماجي اعتبار کان پٺتي پيل ۽ غربت جو شڪار هئا ۽ وٽن شهرن ۾ ملڪيتون خريد ڪرڻ لاءِ گهربل موڙي موجود نه هئي. سنڌي مسلمانن ۾ تعليم گهٽ هجڻ سبب هو شهري هنرن کان پرڀرا هئا ۽ سندن گهڻو تڻو واسطو ٻهراڙيءَ ۾ هيٺين سطح جي زراعت ۽ چوپائي مال تي هئو جنهن سبب وٽن شهرن ۾ وڃي روزگار ڪرڻ لاءِ ڪا به ڇڪ موجود نه هئي.

ٻهراڙين ۾ ٿوري گهڻي ملڪيت زمينداري جي شڪل ۾ وڏيرڪي طبقي وٽ هئي. هن طبقي وٽ ڪراچيءَ ۾ جائيداد رکڻ فصل لهڻ وقت عياشين ڪرڻ لاءِ هوندي هئي، ان طبقي وٽ نه قومي سوچ هئي ۽ نه قومي غيرت نالي ڪنهن شيءِ کان هو واقف هئا. تنهن ڪري هنن شهري ماحول ۾ سيڙپڪاري ڪرڻ کي ڪا به اوليت نه ٿي ڏني، ڇو ته شهري ماحول ۾

سنڌين غلامي قبول ڪرڻ لاءِ ڪير بہ تيار نہ هو. جڏهن تہ ٻهراڙين جي رعايا سان صوبيدار ۽ مختيارڪار جي ناپاڪ ڳٺ جوڙ وسيلي خلق کي غلام رکڻ آسان هو.

تربيلا ڊيم ٺهڻ تائين ٻهراڙين ۾ زرعي معيشت تمام سگهاري هئي. ڪچي توڙي پڪي ۾ محدود آباديءَ جي گهرج کان وڌيڪ اَن اپائجندو هو ۽ ٻهراڙيءَ جي پرسڪون مانيٽي زندگي سنڌي ڳالهائيندڙن لاءِ وڌيڪ سهنجي هئي، جڏهن تہ شهري تيز رفتار زندگي، شور شرابو ۽ پيچ ڊڪ سنڌين مزاج سان ٺهڪندڙ نہ هئي. ان عرصي دوران پختون ۽ پنجابي ڳالهائيندڙ آبادي بہ پنهنجا علائقا ڇڏي درحقيقت ڪراچيءَ ۾ ننڍي سطح جي روزگار لاءِ اچي رهي هئي ۽ ان جو وڏو ڪارڻ سنڌين علائقن جي معاشي بدحالي هئي. ان جي ابتڙ سنڌ جي ٻهراڙي معاشي طور آسودي ۽ پاڻ ڀري هئي، جنهن ڪري سنڌي ڳالهائيندڙن کي ڪڏهن بہ شهرن ۾ وڃي روزگار ڪرڻ يا سيڙپڪاري ڪرڻ جي گهرج پيش نہ آئي.

ٻهراڙين جي ڀيٽ ۾ شهرن، خاص طور ڪراچي ۽ حيدرآباد جو ماحول ثقافتي لحاظ کان ورهاڱي کان پوءِ اوپرو ٿي چڪو هو ۽ سنڌي ڳالهائيندڙ آباديءَ پاڻ کي ان ماحول ۾ اڻ ٺهڪندڙ محسوس ٿي ڪيو. جنهن ڪري شهرن ۾ رهڻ ۽ ڪاروبار ڪرڻ ۾ سنڌين دلچسپي نہ هجڻ جي برابر هئي. ان سڄي پسمنظر ۾ شهري علائقن خاص طور تي ڪراچيءَ ۾ صنعتڪاري، ٽرانسپورٽ ۽ ننڍين وچولن ڪاروبارن ۾ سنڌي ڳالهائيندڙن جو انگ تمام محدود رهيو. سنڌي سماج مٿان سياسي طور ٿاڦيل فيوڊل ڍانچي سنڌ جي ٻهراڙين کي هڪ اڻ ڪٿ غلاميءَ جي زنجيرن ۾ جڪڙي رکيو ان جي نتيجي ۾ سنڌ جون ٻهراڙيون ڪراچيءَ جي ڀيٽ ۾ سماجي توڙي انفراسٽرڪچر جي لحاظ کان هڪ صديءَ جي وٿيءَ تي بيٺل نظر اچن ٿيون. ڪراچيءَ کان 100 ڪلوميٽرن جي فاصلي تي موجود ٺٽو ضلعو هر لحاظ کان سوين سالن جي وٿيءَ تي نظر اچي ٿو. شهري زندگيءَ کان ان وٿيءَ سنڌ سماج جي اوسر کي شديد ڌڪ رسايو. ان عرصي دوران سنڌ جي سياسي نمائندگي جيئن تہ ابن الوقت وڏيرڪي طبقي وٽ رهي، تنهن ڪري ان ٻهراڙين جي سنڌين کي اڻوجهہ ۽ غلام

رکڻ لاءِ ضروري سمجهيو تہ سنڌن حڪمرانيءَ هيٺ ٻهراڙين ۾ ڪڏهن بہ معياري انفراسٽرڪچر تعمير نہ ٿئي. معياري تعليم جا ادارا قائم نہ ٿين ۽ سنڌي وچولي طبقي جي اوسر لاءِ ڪي بہ موقعا پيدا نہ ٿين. سياسي ۽ سماجي جمود جو اهو غلاميءَ وارو دور 70 جي ڏهاڪي تائين پوري شدت سان جاري رهيو. ان جمود کي ٽوڙڻ جي پهرين ڪوشش ذوالفقار علي ڀٽي جي دور ۾ ٿي، جڏهن هن ڪوٽا سسٽم، ليٽرل انٽري وغيره ذريعي نوڪري پيشہ سنڌي وچولي طبقي جي پهرين کيپ کي پير کوڙڻ جو موقعو ڏنو. ساڳي طرح هن سنڌ جي ٻهراڙين ۾ انجنيئرنگ ۽ ميڊيڪل تعليمي ادارن جو بنياد رکي مستقبل جي سنڌي وچولي طبقي جي اوسر جا بنياد رکيا. اهو ئي سبب آهي جو 1981ع ۽ 1998ع واري آدم ڳڻپ ۾ ڪراچيءَ اندر سنڌي آباديءَ جو سيڪڙو وڌيو ۽ اردو ڳالهائيندڙ آباديءَ جو سيڪڙو گهٽيو آهي.

1981ع جي آدم ڳڻپ ۾ سنڌي ڳالهائيندڙ ڪراچيءَ اندر 6.3 سيڪڙو هئا، جيڪي 1998ع ۾ وڌي 7.2 سيڪڙو ٿي ويا. جڏهن تہ اردو ڳالهائيندڙ آبادي جيڪا 1981ع ۾ 54.3 سيڪڙو هئي، اها 1998ع ۾ گهٽجي 48.5 سيڪڙو ٿي وئي. ان جو مکيہ ڪارڻ پختونخوا ۽ پنجاب مان خاص طور تي سرائيڪي پٽيءَ مان ماڻهن جي ڪراچيءَ ڏانهن لڏپلاڻ هئي. سنڌ جي ٻهراڙين مان 90ع جي ڏهاڪي ۾ شهرن ڏانهن وڌيڪ لڏپلاڻ ٿي آهي. ان جا ٽي مکيہ ڪارڻ هئا. هڪ تہ ٻهراڙين ۾ بدامني ۽ ڏاڙيل راڄ سبب وچولي طبقي شهرن جي محفوظ ماحول کي چونڊيو. ٻيو ٻهراڙين ۾ زراعت لاءِ پاڻيءَ جي اڻاٺ سبب زرعي معيشت کي ڌڪ لڳو ۽ ماڻهو بيروزگار ٿيا. جن شهرن جو رخ ڪيو ۽ ٽيون تہ سرڪاري نوڪرين تي بندش کان پوءِ سنڌي ورڪنگ ڪلاس جنم ورتو جنهن خانگي روزگار ۽ ننڍين ڪاروبارن لاءِ حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ جو رخ ڪيو. ان دوران نائين اليون واقعي کان پوءِ پاڪستان ۾ دهشتگرديءَ خلاف جنگ ۾ پختونخوا مان ماڻهو بي دخل ٿي ڪراچيءَ منتقل ٿيا. هاڻي ڪراچيءَ ۾ صورتحال اها آهي تہ هڪ طرف هندستان ۽ بنگلاديش مان آمد بند ٿيڻ ۽ شهري ماحول سبب آباديءَ ۾ فطري واڌ

گهٽ ٿيڻ سبب اردو ڳالهائيندڙ آباديءَ ۾ ڪو نمايان اضافو نہ پيو ٿئي. ٻئي طرف سرائيڪي علائقي، سنڌ جي ٻهراڙين ۾ پختونخوا مان ماڻهن جي لڳاتار آمد سبب ڪراچيءَ ۾ اردو ڳالهائيندڙ آبادي وڏيڪ ٿورائيءَ ۾ بدلجي رهي آهي. اهو ئي سبب آهي جو هن سال ٿيل گهر ڳڻپ ۾ خاص علائقن ۾ آباديءَ جي واڌ ڏيکارڻ لاءِ ايتري ڊانڊلي ڪئي وئي آهي، جو ان جا انگ اکرن دنيا ۾ ڪير بہ مڃڻ لاءِ تيار نہ ٿيندو. سنڌ واسين کي گهرجي تہ ايندڙ آدم ڳڻپ کان اڳ گهر ڳڻپ جي نتيجن جو اعلان ڪرڻ جو مطالبو ڪن ۽ انهن انگن اکرن جو سائنسي بنياد تي ڇيد ڪن تہ جيئن ڪراچيءَ ۾ سنڌي ڳالهائيندڙ آباديءَ جي درست ڳڻپ ممڪن ٿي سگهي ۽ لساني بنيادن جي آڌار آباديءَ جي هٿرادو واڌ ڏيکارڻ واري ڊرامي کي بي نقاب ڪري سگهجي. ڪراچيءَ ۾ آباديءَ جي ان توازن کي پنهنجي حقن ۾ ڪرڻ لاءِ سنڌ جي گهڻ گهرن ۽ سياسي ڌرين کي ڪراچيءَ اندر ٻهراڙين ۾ آباد ٿيندڙن ماڻهن جي مناسب پرگهور لهڻي پوندي تہ جيئن هو ڇهن ڏهاڪن کان ڪراچيءَ ۾ زوريءَ تبديل ڪيل ٿورائيءَ واري سازش کي منظم طريقي سان ناڪام بڻائي ڪراچيءَ تي پنهنجي جائز حق جي دعويٰ ڪري سگهن.

(محترم نصير ميمڻ جي ڪتاب سنڌ جي سياسي ۽ سماجي ترقيءَ جي واٽ تان ورتل)

# ڪراچي صوبي جو سوال!؟

تازو ايم ڪيو ايم سربراهه ۽ سندس پارٽي اڳواڻن, سنڌ ۾ شهري آباديءَ لاءِ الڳ صوبي جو مطالبو ورجائيندي روايتي گمراهه ڪندڙ بيان جاري ڪيا ته شهري آباديءَ سان ناحق ٿي رهيو آهي. هڪ اڳواڻ ته اهو به فرمايو ته بلوچن سان ناانصافيون ٿيون, جنهن ڪري هو جبلن تي چڙهي ويا. ڪن صاحبن وري بنگلاديش نهڻ جا حوالا ڏنا, تاثر اهو ڏنو ويو ڇڻ سنڌ جي شهري آبادي (جنهن کي به گمراهه ڪندڙ بنيادن تي رڳو ڪراچي ۽ حيدرآباد جي آباديءَ تائين محدود رکيو ويجي ٿو) اصل ويلا پٽي ڪاٽي, باقي ٻهراڙين ۾ کير ۽ ماکيءَ جون نديون پيون وهن. انساني ترقي, ملازمتن ۽ ٻين حقن جي معاملي ۾ ڪراچي رڳو سنڌ نه پر سڄي ملڪ جو خوشحال ترين علائقو آهي. ڪراچيءَ جي حقن جي محروميءَ وارو ناٽڪ انگن اکرن جي دليلن سان بنهه وائکو ٿي پوي ٿو. هڪ نظر ملازمتن, صحت, تعليم ۽ ٻين شعبن جي انگن اکرن تي وجهڻ سان انساني احساس محروميءَ واري ان ڍونگ کي وائکو ڪري سگهجي ٿو. وفاقي حڪومت, نيم خودمختيار ۽ خودمختيار ادارن ۾ نوڪرين جو تناسب محروم يا ستابو هجڻ جو هڪ اهم اهڃاڻ آهي, ان جو تعلق رڳو پگهار سان نه پر مجموعي طور ملڪي معاملن ۾ شراڪت ۽ انهن تي اثر

انداز ٽيڻ سان بہ آهي. عام طور تي سنڌ ۾ ڪوٽا سسٽم جو حوالو ڏيئي اهو تاثر پيدا ڪيو ويندو آهي تہ ڄڻ شهري علائقن جي رهواسين جي نوڪرين تي ڪو ٻهراڙين جا ماڻهو والار ڪريو ويٺا آهن. وفاقي ادارن جي ملازمن جي سرڪاري طور جاري ڪيل بليٽن 2012_2011ع ۾ هيٺيان انگ اکر ڏنل آهن:

* گريڊ هڪ کان 22 گريڊ تائين جي ملازمن ۾ سنڌ شهري جا 26871 ۽ سنڌ ٻهراڙيءَ جا 34224 ملازم آهن. ان لحاظ کان ڏسجي تہ سنڌ شهري جو صوبي کي مليل ڪل نوڪرين ۾ حصو 44 سيڪڙو آهي، يعني ڪوٽا موجب صوبي اندر مليل 40 سيڪڙي کان 4 سيڪڙو وڌيڪ نوڪريون شهري علائقن کي مليل آهن. ان جو مطلب ٿيو تہ سنڌ ٻهراڙيءَ جون 2443 نوڪريون شهري علائقن کي ڏنل آهن. گريڊ وار ڏنل وچورن موجب، 22 هين گريڊ جي اهم ترين عهدن ۾ سنڌ شهري کي 13 ۽ سنڌ ٻهراڙي کي رڳو 3 سيٽون مليل آهن. ساڳئي طرح وفاقي ڪارپوريشنز ۽ ٻين نيم خودمختيار ۽ خودمختيار ادارن ۾ سنڌ جي شهري آباديءَ کي 49265 نوڪريون ۽ ٻهراڙين کي 39595 نوڪريون مليل آهن. اهڙي طرح شهري آباديءَ کي 40 بدران 55.42 سيڪڙو ۽ ٻهراڙين کي 60 بجاءِ 44.55 سيڪڙو نوڪريون ڏنل آهن. انگن موجب، ان جو مطلب آهي تہ سنڌ ٻهراڙيءَ جون 13721 نوڪريون شهري علائقن ۾ مليل آهن. اهي انگ اکر پاڪستان سرڪار جا آهن، ان جي باوجود اها دانهن ڪئي وڃي ٿي تہ شهري آباديءَ سان وڏو ناحق ٿي رهيو آهي. تعليم انساني ترقيءَ جو هڪ اهم ماپو آهي. اچو تہ ان شعبي جي انگن اکرن جو بہ جائزو وٺون.

* پاڪستان ۾ تعليم جي صورتحال بابت "اثر" نالي جاري ٿيندڙ سالياني رپورٽ کي ان شعبي ۾ نهايت مستند دستاويز سمجهيو ويندو آهي. تازو 2012ع جي جاري ٿيل "اثر" سالياني رپورٽ ۾ سنڌ ۾ تعليم جي حوالي سان ڪيل ضلعي وار درجي بنديءَ ۾ ڪراچيءَ کي باقي سمورن ضلعن کان اڳڀرو ڏيکاريو ويو آهي. رپورٽ موجب، ٽن کان پنجن سالن جي ٻارن جي تعليم تائين پهچ ۾ ڪراچيءَ جو اسڪور 65 سيڪڙو آهي، جڏهن تہ ٻئين نمبر تي حيدرآباد ضلعي جو اسڪور 59

سيڪڙو آهي. اسڪول نہ ويندڙ ٻارن جي سيڪڙي ۾ ڪراچي سڀ کان گهٽ يعني 6.2 سيڪڙو تي آهي. ان جي ابتڙ سنڌ ٻهراڙيءَ جي ضلعن جي حالت تمام گهڻي خراب آهي. مثال طور ڪشمور ۾ 50، ميرپورخاص ۾ 45، قمبر شهدادڪوٽ ۾ 39.4 سيڪڙو ٻار اسڪولن کان ٻاهر آهن. رپورٽ موجب ڪراچيءَ جي ٻارن کي خانگي اسڪولن جي بهترين سهولت حاصل آهي ۽ 67 سيڪڙو ٻارن کي خانگي اسڪولن ۾ پهچ حاصل آهي. جڏهن تہ سڄي سنڌ ٻهراڙيءَ ۾ رڳو 9سيڪڙو ٻار خانگي اسڪولن تائين پهچ رکن ٿا. ساڳئي طرح 2013ع ۾ تعليم بابت جاري ڪيل درجا بنديءَ ۾ بہ ڪراچي سنڌ جي سمورن ضلعن کان اڳيرو آهي. رپورٽ ۾ ڏنل چئني تعليمي اهڃاڻن ۾ ڪراچي، سنڌ اندر پهرئين نمبر تي آهي. ڪراچيءَ کي نہ رڳو سرڪاري پر غير سرڪاري ۽ خانگي شعبي ۾ بہ تعليم جون بهتر سهولتون ميسر آهن. انڊس جرنل آف سوشل سائنسز جي 2012ع واري اشاعت ۾ ڇپيل هڪ ريسرچ پيپر ۾ ڄاڻايو ويو آهي تہ سنڌ اندر 8492 خانگي اسڪول آهن، جن مان 5359 رڳو ڪراچي شهر ۾ آهن ۽ باقي سڄي سنڌ ۾ ڪل 3133 خانگي اسڪول آهن. ساڳئي طرح هائير ايجوڪيشن ڪميشن جي ويب سائيٽ تي خانگي شعبي جي يونيورسٽين ۽ ڊگري ڏيندڙ يونيورسٽين جي فهرست ۾ صوبي اندر 26 مان 25 اهڙا ادارا رڳو ڪراچي شهر ۾ آهن. سنڌ سرڪار پاران چارٽر ڏنل اهڙن ادارن مان پڻ 6 ادارا ڪراچي شهر ۾ آهن. ان کان سواءِ وفاقي سرڪار جي چارٽر هيٺ دائود انجنيئرنگ ڪاليج ۽ پاڪستان نيول اڪيڊمي پڻ ڪراچي شهر ۾ آهن. سرڪاري شعبي جي تعليمي ادارن ۾ تہ سنڌ ٻهراڙيءَ جو حال سيني کي سڄهي ٿو جڏهن تہ معياري تعليم جون سموريون بهتر سهولتون ڪراچي شهر ۾ آهن. ساڳئي طرح صحت جي شعبي جا انگ اکر بہ شهري آباديءَ جي خوشحاليءَ کي ظاهر ڪن ٿا. ٻهراڙين ۾ صحت جون سهولتون بربادي جي ور چڙهيل آهن، ٿورو گهڻو بي ايڇ يوز کي پي پي ايڇ آءِ بهتر بنايو آهي، باقي حال پورو آهي.

سنڌ بيورو آف اسٽيٽسٽڪس جي 2010ع جي رپورٽ موجب سنڌ اندر خانگي شعبي ۾ ڪل 358 اسپتالون هيون، جن مان 134 رڳو ڪراچي شهر ۾ آهن. جنرل پريڪٽيشنر ڪلينڪ سڄي سنڌ ۾ 4122

هيون، جن مان 1917 رڳو ڪراچي شهر ۾ آهن. گائني جي شعبي ۾ 243 ماهرن مان 176 رڳو ڪراچي شهر ۾ آهن، جڏهن تہ ٺٽي، ٺارڙي جي ضلعن، مٽياري، ٽنڊي محمد خان، ٽنڊي الهيار، بدين ۽ دادوءَ ۾ هڪ بہ اهڙو ماهر موجود نہ هو. ساڳئي طرح ٻارن جي 239 ڊاڪٽرن مان 171 رڳو ڪراچي شهر ۾ آهن. صوبي اندر 1407 نرسن مان 1123 ڪراچي شهر ۾ آهن. اهي انگ اکر ٻڌائين ٿا تہ صحت جي شعبي ۾ ڪراچي شهر باقي سڄي سنڌ کان اڳيرو آهي. صوبي جون بهترين اسپتالون ڪراچي شهر ۾ واقع آهن، جڏهن تہ ٻهراڙيون نيم حڪيمن ۽ گوسڙو ڊاڪٽرن جي حوالي آهن. ساڳئي طرح صحت جي تعليم ۽ سکيا جا بہ بهترين مرڪز ڪراچي شهر ۾ آهن، جن ۾ آغا خان يونيورسٽي، بقائي ميڊيڪل يونيورسٽي، ضياءُ الدين ميڊيڪل يونيورسٽي، لياقت نيشنل ميڊيڪل ڪاليج سميت 10 اهم ادارا شامل آهن. پاڪستان نرسنگ ڪائونسل جي 2010ع جي رپورٽ موجب صوبي اندر نرسنگ جي مڃيل 30 ڪاليجن مان 25 رڳو ڪراچي ۾ آهن.

**ورلڊ بئنڪ جي جاري ڪيل رپورٽ:**

Securing Sindh's Future موجب، شهري سنڌ ۾ 87 سيڪڙو ٻارن کي بچاءُ جا ٽڪا لڳن ٿا، جڏهن تہ ٻهراڙيءَ ۾ 62 سيڪڙو ٻارن کي حفاظتي ٽڪا لڳن ٿا. ساڳئي رپورٽ موجب ڪراچيءَ ۾ پنجن سالن کان گهٽ ڄمار جي ٻارن ۾ موت جي شرح هڪ لک زنده پيدا ٿيل ٻارن مان 55 آهي، جڏهن تہ ٻهراڙيءَ ۾ اها شرح 120 ٻارن تي آهي. ان رپورٽ ۾ اهو بہ ڄاڻايو ويو آهي تہ ڪراچيءَ ۾ هر ٽن مان هڪ ٻار غذا جي اٽاٽ جو شڪار آهي، ٻهراڙين ۾ اڌ جي لڳ ڀڳ ٻار غذا جي اٽاٽ جو شڪار آهن. اهو ئي ڪارڻ آهي جو ٻهراڙين ۾ ٻارن جي بيمارين ۽ موت جي شرح وڌيڪ آهي. ملٽيپل انڊيڪيٽر ڪلسٽر سروي 04_2003ع ۾ صحت ۽ سماجي ترقيءَ جي حوالي سان ڪيل اهم اهڃاڻن جي ڀيٽ ۾ ڪراچيءَ جا انگ اکر باقي سنڌ کان چٽيءَ طرح اڳيرا نظر اچن ٿا. رپورٽ موجب ڪراچيءَ ۾ 73 سيڪڙو ويم باقاعدي قائم ٿيل سهولتن اندر ٿي رهيا هئا، جڏهن تہ ٺٽي ۾ اها شرح 29 سيڪڙو ٿرپارڪر ۾ 31 سيڪڙو ۽ نوشهري

فيروز ۾ رڳو 18 سيڪڙو هئي. ابهم ٻارن (سال کان گهٽ) ۾ موت جي شرح ۾ ڪراچيءَ سڀ کان گهٽ هو جتي اها شرح 46 سيڪڙو هئي، جڏهن تہ ٻهراڙيءَ جي ٻين ضلعن ۾ ابهم ٻارن جي موت جي شرح تمام گهڻي هئي. مثال طور ٺٽي ۾ 91، جيڪب آباد ۾ 90، گهوٽڪي، نوابشاهہ ۾ 88، لاڙڪاڻي ۾ 84، دادوءَ ۾ 81، شڪارپور ۾ 85، ٿرپارڪر ۽ بدين ۾ 87 سيڪڙو ٻار ڄمر جي پهرين سال اندر مري وڃن ٿا. ان مان ظاهر ٿئي ٿو صحت جي سهولتن ۾ ڪراچي شهر ٻهراڙي کان گهڻو اڳتي آهي.

هاڻي هڪ نظرِ انساني ترقي ((Human Development جي بنيادن تي ڪيل ڪجهہ اهم تجزين تي وجهون ٿا. سوشل پاليسي اينڊ ڊولپمينٽ سينٽر SPDC ڪراچيءَ جي هڪ ڄاتل سڃاتل ٿنڪ ٽينڪ ۽ تحقيقي ادارو آهي. هن اداري جي ساليانى رپورٽ نهايت ساکائتي ۽ سائنسي بنيادن تي ڪيل ڪوجنا تيّ ٻڌل هوندي آهي. 2001ع ۾ هن اداري پاران جاري ڪيل رپورٽ: Growth Inequality and poverty ۾ ملڪ اندر ترقيءَ جي معاملي ۾ ارڻ برابريءَ جو جائزو ورتو ويو هو. ان رپورٽ ۾ سنڌ صوبي جي ڏنل جائزي موجب ملازمتن، تعليم، رهائش ۽ رهائشي خدمتن جي حوالي سان ڪراچي سڀني ضلعن کان اسريل ضلعو هو. محروميءَ جي ماپي موجب ڪراچيءَ جو اسڪور سڀني کان گهٽ يعني ’هڪ‘ هو جڏهن تہ ڪجهہ اهڃاڻن ۾ سنڌ ٻهراڙيءَ جا ضلعا ان کان تمام گهڻو محروم هئا. مثال طور ملازمتن ۾ دادو 15، تعليم ٿرپارڪر 16، رهائش ۾ جيڪب آباد 15 ۽ رهائشي سهولتن ۾ ٺٽو 15 پيرا وڌيڪ محروم هئا. ان رپورٽ موجب، ڪراچي رڳو سنڌ نہ پر ملڪ جو گهٽ ۾ گهٽ محروم يعني ٻين لفظن ۾ وڌ کان وڌ اسريل ضلعو آهي. ملڪي سطح تي هڪ کان سئو نمبرن جي ماپي ۾ ڪراچي سڀ کان گهٽ محروم يعني پهرين نمبر تي هو جڏهن تہ ٿرپارڪر سڀ کان محروم يعني 84 هين نمبر تي هو. ان درجي بنديءَ ۾ ٺٽو 78هين، بدين 76 هين نمبر تي هئا.

سوشل پاليسي اينڊ ڊولپمينٽ سينٽر SPDC جي هڪ ٻي رپورٽ Social 2nd Economic Development Ranking of districts of Pakistan جيڪا 1998ع ۾ شايع ڪئي وئي، ڪراچيءَ جي نامور

محققن ضلعن ۾ ترقيءَ جي صورتحال جو سائنسي بنيادن تي جائزو ورتو آهي. ضلعي وار درجي بنديءَ ۾ ڪراچي ملڪ جو سڀ کان اسريل ضلعو قرار ڏنو ويو آهي، جڏهن ته حيدرآباد 17 هين نمبر تي ۽ نوشهرو فيروز 22 هين نمبر تي آهي. ان رپورٽ ۾ صفحي نمبر 31 تي ڏنل هڪ جدول ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته پڪن گهرن جي حوالي سان ڪراچي ملڪ جو ڀهريون نمبر شهر آهي، جڏهن ته گهرن ۾ بجليءَ جي سهولت ۽ رڌ پچاءُ لاءِ گيس جي سهولت جي حوالي سان ٻيون نمبر شهر هو. ياد رهي ته هي انگ اکر جنرل مشرف جي دور کان به اڳ جا آهن. مشرف جي دور ۾ ڪراچيءَ اندر ترقيءَ جي مد ۾ اربين روپيا لڳايا ويا.

اڳتي هلي 2003ع ۾ اقوام متحده جي اداري UNDP پاران پاڪستان ۾ انساني ترقيءَ بابت جاري ڪيل رپورٽ موجب، ڪراچي، سنڌ جو پهريون نمبر ۽ ملڪ جو پنجون نمبر اسريل شهر قرار ڏنو ويو. هن رپورٽ ۾ انساني ترقيءَ جي بنيادي ماپن جهڙوڪ خواندگي، اسڪولن ۾ داخلائن، ٻارن کي ٽڪا لڳڻ، ابهم ٻارن جي ڄمار، صحت ۽ آمدنيءَ کي مدنظر رکي سائنسي بنيادن تي درجي بندي ڪئي وئي. ڪراچي لڳ ڀڳ هر اهڃاڻ ۾ سنڌ ڀهراڙيءَ کان اڳتي نڪتل آهي. 2006ع ۾ پاڪستان حڪومت پاران ملينيم ڊولپمينٽ گولز جي صورتحال بابت هڪ رپورٽ جاري ڪئي وئي. هن رپورٽ ۾ انساني ترقيءَ جي اهم اهڃاڻن تي پاڪستان جي ضلعن جي درجي بندي ڪئي وئي. ان رپورٽ جي تفصيل ۾ وڃڻ سان صاف نظر ايندو ته ڪراچي ملڪ توڙي صوبي اندر اهم اهڃاڻن تي سيني کان اڳيرو آهي. پرائمري ۾ داخلائن خواندگي شرح، صنفي برابري، نوجوانن جي خواندگيءَ جهڙن اهم اهڃاڻن ۾ ڪراچي پهرئين نمبر تي آهي.

اهي سمورا سائنسي تجزيا ۽ انگ اکر ٻڌائين ٿا ته ڪراچي نه رڳو صوبي پر ملڪ جو به سڀ کان اسريل علائقو آهي ۽ اتي جي آبادي انساني ترقيءَ جي سمورن اهڃاڻن تي ٻين علائقن کان اڳيري آهي. سنڌ جي ڀهراڙين ۾ انساني ترقيءَ جي صورتحال تي پنهنجا لفظ چوڻ بجاءِ مان ورلڊ بئنڪ جي رپورٽ Securing Sindh's Future مان ڪجهه جملا ترجمو ڪري پيش ڪريان ٿو:

1. 2001_02ع ۾ ڪراچي تي في ماڻهو ٿيندڙ خرچ باقي سنڌ جي پيٽ ۾ 62 سيڪڙو وڌيڪ هو (صفحو نمبر 21)
2. سنڌ جون ٻهراڙيون ڪراچيءَ کان رڳو چند ميلن تي آهن پر اهي ترقي جي سرحدن کان ڪيئي ميل پرتي آهن.

ان کان پوءِ ڪير دعويٰ ڪري ته ڪراچيءَ ۾ احساس محرومي آهي ته پوءِ ان کي ڏونگ ۽ گمراهيءَ کان سواءِ ڇا چئجي!

(محترم نصير ميمڻ جي ڪتاب سنڌ جي سياسي ۽ سماجي ترقيءَ جي واٽ تان ورتل)

# سنڌ ۾ تعليم جي بربادي ءَ جا ڪارڻ ۽ جعلي ڀرتين جو آزار

جڏهن کان پاڪستان وجود ۾ آيو آهي تڏهن کان سنڌ جي وڏن وزيرن ۽ تعليم جي صوبائي وزيرن بشمول تعليم جي سيڪريٽرين ۽ ضلعي تعليمي ڪامورن اها ئي دعوي ڪئي ته تعليم اسان جي پهرين ترجيح آهي ان ڪري هر قيمت تي عام ۽ سستو بڻايو ويندو. وڌ کان وڌ اسڪول قائم ڪيا ۽ انهن ۾ ميرٽ تي صرف اهل عملو تعينات ڪبو ته جيئن گهربل نتيجا آسانيءَ سان ماڻي سگهجن. ذڪر ڪيل جملا سنڌي عوام 67 سالن کان لاڳيتو ٻڌندو پيو اچي. مزي جي ڳالهه ته 25 نومبر 2014ع تي سنڌ جي وڏي وزير تعليم بابت سڏايل اجلاس کي خطاب دوران به اهي ئي جملا دهرايا هئا. سندس چوڻ هو ته تعليم پهرين ترجيح آهي. جيڪي اسڪول بند آهن انهن کي جلد کولرايا ويندا.

ضياء دؤر کان وٺي موجوده دؤر تائين جي تعليمي پاليسي ۽ انفراسٽرڪچر تي نظر ڊوڙائجي ته اها ڳالهه اظهر من الشمس لڳندي ته جڏهن پرائمري اسڪول ڪاميابيءَ سان هلي رهيا هئا ته مذهبي ڪٽرپڻ ۽ انتها پسندن جي چوڻ تي ڪميونٽي اسڪولن ۽ مسجد اسڪولن جو قيام عمل ۾ آندو ويو ۽ ان جي آڙ ۾ غير ضروري استاد ڀرتي

ڪيا ويا. نتيجو اهو نڪتو ته پرائمري اسڪولن ۾ شاگردن جي حاضري
گهٽ ٿينديِ وئي ۽ ڏسندي ئي ڏسندي معياري تعليم غير معياري ۽ غير
مؤثر بڻجي وئي. غير ضروري اخراجات ۾ به اضافو ٿيڻ لڳو. استاد پري
وارن اسڪولن کي ڇڏي مقامي اسڪولن ۾ بدليون ڪرايون ۽ پوءِ
آهستي آهستي عدم دلچسپيءَ جو مرض به وڌندو ويو تانجو اسڪول
ويران ۽ زبون ٿيندا ويا. پرائمري کان پوءِ سنت ئي سيڪنڊري اسڪولن
جي حالت به خراب ٿيندي وئي. محنت سان پڙهائڻ جي بجاءِ ڪچهريون
ڪري وقت برباد ڪرڻ جو رواج به استادن ۾ اتان کان ئي شروع ٿيو.
ساڳيءَ ريت ڪاليجن جي هوندي هاير سيڪنڊري اسڪول کوليا ويا.
جنهن ڪري ڪاليجن ۾ داخلا وٺڻ ۽ دلچسپيءَ سان ڪلاس اٽينڊ
ڪرڻ ۾ شاگردن ۾ ڪاهلي پيدا ٿي. مزي جي ڳالهه ته هاير سيڪنڊري
اسڪول جي پرنسيپل لاءِ جونيئر استادن کي به خوشامند ڪندي نوازيو
ويو. جڏهن ته ارڙهين گريڊ وارو سبجيڪٽ اسپيشلسٽ يا ليڪچرار ۽
پروفيسر ان پرنسيپل جي ماتحت ٿي ڪم ڪرڻ کي عار سمجهي گسائڻ
کي ئي عافيت سمجهڻ لڳو. ڪاليج جيئن ته تعلقي سطح تي يا وڏي
آبادي واري شهر ۾ موجود هوندو آهي. تنهن ڪري گهر جو گهر يعني
ويجهي ننڍي شهر ۾ هاير سيڪنڊري اسڪول موجود آهي ته ان ۾ داخلا
وٺي پيو ڪم ڪار ڪرڻ جي عادت شاگردن ۾ پئجي وڃي ٿي تڏهن
شاگردن پاران ڪاليج ۾ غير حاضري ۽ پڙهائي ۾ عدم دلچسپي پيدا ٿي.
اٿين تعليم ۾ ابتري گهر ڪندي وئي. ايتري تائين جو پرائيويٽ
اسڪولن ۽ ڪاليجن جي رجسٽريشن به شروع ٿي وئي ۽ ان جا پروانا
مفت ۾ تقسيم ٿيندا رهيا. استادن، ليڪچرارن ۽ پروفيسرن سرڪاري
تعليمي درسگاهن ۾ پڙهائڻ جي بدران پرائيويٽ اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾
وقت جي پابندي سان پڙهائڻ کي فوقيت ڏني. نتيجو اهوَ نڪتو جو
سرڪاري ڪاليج ويران ٿيندا ويا ۽ غريب شاگردن ۾ احساسِ محرومي
پيدا ٿيندي وئي. اميرن جا ٻار ته مهانگي فيس وصول ڪرڻ وارن
اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ پڙهندا رهيا پر غريبن جا ٻار سرڪاري
اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ داخلا وٺي زمين جو هارپو ڪندا رهيا يا تغاريون
کڻي گهر جو چلهو ٻاريندا رهيا. اٿين علم ۽ حصول علم جي اهميت

گهٽ ٿيندي وئي. جهڙي طرح صحت کاتي ۾ سرڪاري اسپتالن جي بدران ڊاڪٽر پرائيويٽ سينٽرن کي ترجيح ڏين ٿا جنهن جي ڪري پرائيويٽ سينٽرن سان گڏوگڏ امراض ۾ به اضافو يقيني بڻجي ويو. غريب ۽ بي سهارا ماڻهو ٽِڪي ڦوٽي لاءِ در در ڌڪا کائڻ تي مجبور ٿيا. اهڙيءَ ريت استاد سرڪاري اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ ڊيوٽي انجام ڏيڻ بدران پرائيويٽ اسڪولن، ڪاليجن ۽ ڪوچنگ سينٽرن تي. وقت جي پابندي سان ڊيوٽيون ڪري رهيا آهن. اهڙي حڪومتي بي حسي جو شڪارپور ۽ قمبر شهدادڪوٽ جي ڪجهه سرڪاري ڪاليجن ۾ شام جو پرائيويٽ ڪوچنگ سينٽر هلايا ويندا هئا جن جي چوڏهن مهينا ته اعليٰ اختيارين کي خبر ئي ڪانه پئي بعد ۾ اخبار ۾ خبر ڇپجڻ تي جزوي ڪارروائي عمل ۾ آئي هاڻي ته ڪاليجن ۾ وسيع ۽ عريض سرسبز ميدان هجڻ ڪري خاص طور تي اونهاري جي موسم ۾ چنچر جي ڏينهن پڙهائي کان پوءِ آچر جي رات شادي ۽ وليمي جا پروگرام به منعقد ٿين ٿا.

بهرحال سرڪاري اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ ٿيندڙ تعليمي نقصان اهو آهي ته صبح جي وقت ئي پرائيويٽ اسڪول ۽ ڪاليج هلن پيا جنهن ڪري تعليم سستي ته ڪانه ٿي ويتر مهانگي ٿي وئي ڇوته اميرن جا ٻار ته مالي حيثيت مستحڪم هوندي اتي داخلائون وٺن ٿا پر غريبن جا ٻار جن جي سنڌ ۾ اڪثريت آهي اهي سرڪاري اسڪولن ۾ اچڻ جي باوجود به تعليم کان محروم آهن ڇوته اهي استاد ۽ ليڪچرار پرائيويٽ اسڪول، ڪاليج ۽ اين جي اوز هلائڻ ۾ وقت صرف ڪن ٿا. اهڙي انسرجينسي صورتحال ۾ شاگردن جي عدم دلچسپي ۽ استادن جي بي توجهي تعليم جي تباهي جو ڪارڻ بڻجي ويو. قواعد ۽ ضوابط جو نفاذ تعليم کاتي ۾ هجي ها ته هر ڏينهن جو ڪين حساب ڏيڻو پوي ها ڇوته اهي احتجاج جي دؤران به پگهارون ڪٽي چڪا ۽ ڪٽندا رهن ٿا پر جيڪڏهن سيڪريٽري تعليم جي ڪامياب ڪوشش سان سنڌ ۾ جائز ڪارروائي به عمل ۾ اچي تڏهن به قانون خاموش تماشائي بڻيل آهي. بهرحال اسڪولن ۽ ڪاليجن جي نظرباني ۽ مؤثر مانيٽرنگ نه ڪرڻ سان به غير معياري تعليم وڌندي وئي ايتريقدر جو گلوبل چيلينجز

سامهون اچي ويا. جيڪڏهن اسان جا تعليمي ڪامورا ۽ استاد تنظيمون (گسٽا ۽ پ ٽ الف) تعليمي کاتي کي هڪ مهيني جي لاءِ ئي پنهنجو ذاتي ڪاروبار سمجهي مانيٽر ڪن ها تہ اضافي ۽ جعلي عملي جو وزن بہ نہ وڌي ها ۽ نہ ئي احتجاجي فضا هموار ٿئي ها. هڪ ناڪاره عمارت جي هوندي بہ عمارت هرگز تعمير ٿيڻ نہ ڏين ها. جعلي ڀرتين کي بہ قبول نہ ڪن ها.

تعليم بابت سڏايل اجلاس ۾ وڏي وزير تہ اهو چيو تہ 110 ارب صرف تعليم کاتي جي ملازمن جي پگهارن ۾ استعمال ٿين ٿا پر صاحبِ موصوف اها ڳالهہ اشاري طور بہ نہ چئي تہ ان رقم مان ڪيتري رقم جعلي ڀرتي ٿيلن جي کيسي ۾ وڃي پهچي ٿي؟ ۽ ڪيتري رقم ڪرپشن جي ور چڙهي ٿي؟ حالانڪ وڏي وزير چاڻ هوندي بہ صحيح نشاندهي ڪانہ ڪئي. اصل ۾ تعليم کاتي لاءِ هن (گذريل) سال رکيل 140 ارب روپين مان 120 ارب روپيا صرف تعليم کاتي جي ملازمن جي پگهارن ۾ خرچ ٿين ٿا ۽ انهن 120 ارب روپين مان 100 ارب روپيا تہ جعلي ماسترن، ايس ايم سي فنڊ، جنرل پراويڊنٽ فنڊ، گروپ انشورنس، ريٽائرمينٽ، اسڪالرشپ، اسٽيشنري، ريگيولر الاؤنس جي نالي تي هڙپ ٿين ٿا. cost of other stores جي نالي تي تہ ڪروڙين روپيا ڦٻايا وڃن ٿا. جن جي ڪڏهن بہ آڊٽ ڪانہ ٿي نہ ئي شفاف نموني سان ڪو طريقيڪار موجود آهي.

وزيرِ تعليم جهڙي طرح پنهنجي بيان ۾ چيو تہ سنڌ اندر 50 هزار اسڪول آهن، ۽ انهن ۾ چاليهہ لک شاگرد پڙهن ٿا ۽ استادن جو تعداد ڏيڍ لک آهي. پر اهو نہ ٻڌايو ويو تہ ڪيترا هزار اسڪول هينئر تائين بند پيل آهن؟ انهن جي کولڻ ۾ رڪاوٽ ڪير بڻيل آهن؟ يا ڪيترا اسڪول بنيادي سهولتن جهڙوڪ پيئڻ جي پاڻي، بيت الخلاءِ ۽ بجلي جي سهولت کان محروم آهن ۽ ڪيترا استاد انهن ۾(Ghost)استاد غائب آهن ڪيترن اسڪولن جون عمارتون ناڪاره بڻيل آهن؟ ڪيترن اسڪولن کي چار ديواري ناهي؟ بهرحال اهي انگ اکر بہ ڇاٽي واٽي ڪٿائي بيان ڪيا ويا. سنڌ اندر هونئن تہ پرائمري، ڪميونٽي ۽ مسجد اسڪولن جو تعداد 48500 آهي. (جتي چاليهہ لک جي داخلا تہ ڏيکاري وئي پر هڪ لک ويهہ هزار شاگرد بہ مشڪل سان روزانو پڙهڻ ايندا آهن.

پوري سنڌ ۾ هڪ لک ٻار ٻه مشڪل سان پڙهڻ اچن ٿا، سو مٿين حڪومتي دعوئن ۾ ڪابه صداقت ناهي.) مڊل، سيڪنڊري، هاير سيڪنڊري اسڪولن، ڪاليجن ۽ ڊگري ڪاليجن جو تعداد 12 هزار جي لڳ ڀڳ آهي. جن مان سرڪاري انگ اکرن موجب 750 اسڪول اهڙا آهن جتي نه پيئڻ جو پاڻي ميسر آهي، نه ئي بيت الخلاء ۽ بجلي جي سهولت آهي. غير سرڪاري رپورٽ مطابق ٻه هزار کان مٿي اسڪول اهڙا آهن جن ۾ مٿي ذڪر ڪيل بنيادي سهولتن جي اٿاٿ آهي. افسوس جي ڳالهه اها آهي ته انهن اسڪولن کي چار ديواري به ڪونه آهي. غير سرڪاري سروي موجب جملي تعداد مان 20 هزار اسڪول هن وقت تائين به سڄي سنڌ ۾ بند پيل آهن. جن کي ٽي ٽي چار چار ڪلاڪ کي ته اٺ سال ٿي ويا کوليا نه ويا پر انهن مان ڪافي اسڪول ڪليل ڊيڪاري بجيٽ ورتي وڃي ٿي. هزارن جي تعداد ۾ بند پيل اسڪولن جو مٿي ذڪر ڪيل فنڊ ملي ٻڳت سان هر تعليمي سال هضم ڪيو وڃي ٿو.

واضح رهي ته سنڌ جي ٻين ضلعن کي ڇڏي جيڪڏهن صرف ضلعي قمبر شهدادڪوٽ جي ڳالهه ڪيون ته اتي سيڪنڊري ۽ هاير سيڪنڊري اسڪولن جو تعداد 56 آهي جن مان مستقل طور ته پنج اسڪول بند آهن پر اتي موجود اصلي ۽ نقلي (جعلي) عملي جي پگهار ۽ ٻي بجيٽ ايندي رهي ٿي جيڪا ڪروڙن ۾ هضم ٿيندي رهي ٿي اڻ ۾ اڳوڻن ضلعي ڪامورن جيان موجوده ضلعي تعليمي عملدار ۽ ڊي او ايجوڪيشن سيڪنڊري ۽ هاير سيڪنڊري ميڊم قريشيا مگسي ملوث آهن ان کان علاوه انهيءَ ضلعي ۾ پرائمري اسڪولن جو تعداد 1685 آهي جن مان 783 اسڪول ڪافي سالن کان بند پيل آهن. ڳوٺ خدابخش مغيري جو پرائمري بوائز اسڪول سورهن سالن کان بند پيل آهي پر اتي چار استاد پگهارون کڻي رهيا آهن هر سال ايس ايم سي فنڊ اناويهه هزار اچي ٿو جيڪو ٻاهريان هڙپ ٿيندو رهي ٿو. ڳوٺ ۾ موجود اسڪول جي حالت اها ٿي آهي جو هاڻي اتي انسان ته نهيو پر جانور به ويهڻ پسند نه ٿو ڪري. تعليم جو درد رکندڙ ڪو تعليم دان جيڪڏهن اتي اچي ٻيهي اسڪولي عمارت جي پوزيشن ڏسي ته خدا جو قسم! ان کي اکين ۾ ڳوڙها اچي ويندا. بهرحال ان کان علاوه ٻيا بند پيل اسڪول) جن ۾ مقرر جاٽايل

عملو پگهار کڻڻ ۾ اڳي کان اڳرو آهي انهن اسڪولن جو ايس ايم سي فنڊ وغيره ڏي او ايجوڪيشن (ايليمينٽري) ۽ مختلف ايس ڏي اوز (ايجوڪيشن) ايليمينٽري ميل ۽ فيميل جي مِلي ڀڳت سان هضم ٿئي ٿو. جنهن تي هينئر تائين ڪابہ ڪارروائي عمل ۾ ڪانہ آئي نہ ئي بجيٽ ۾ گهوٻين جي ڪا جاچ پڙتال ٿي. سوال ٿو پيدا ٿئي تہ ڇا صوبائي تعليم کاتي جا مجاز آفيسر ايترا گهري ننڊ ۾ ستل آهن جو انهن جي متي ۾ ڪا جوڻءَ ئي نہ ٿي چُري!

اڄڪلهہ سنڌ ۾ موجوده تعليمي حال جڏهن ڏسون ٿا تہ روئڻ ٿو اچي. اسڪولن جي پرسان گذر ضرور ٿيندو آهي پر اتي پيل وڏيرن جون ڪتون ۽ نشستون ڏسندي دل ڏڪندي آهي. ڪڏهن ڪڏهن سنڌ جي ٻهراڙي وارن اسڪولن ۾ مينهن جا قائم ڪيل واڙا ڏسي ويتر دل رت جا ڳوڙها روئندي آهي ۽ تڏا ساهہ پريندي ڪجهہ گهڙيون سوچڻ جو موقعو ملندو آهي تہ اي ڪاش! ڪو تعليم جو قدردان هنن ماڳن تائين پهچي يا ان تائين اصل حقيقت جي رسائي ٿئي تہ شايد مستقبل جي معمارن سان اهو حشر نہ ٿئي.

- استادن جي تقرري ۽ پرتي ۾ اهل جي جاءِ تي نا اهل کي فوقيت ڏيڻ چوتہ ائين ڪرڻ سان علم اسڪولن جي بجاءِ ڪتابن ۽ لائبريرين تائين محدود رهي ٿو.
- سفارشي ڪلچر کي هٿي وٺرائڻ ۽ ان جي فروغ لاءِ ڪوششون وٺڻ چوتہ ائين ڪرڻ سان من پسند ماڻهو پنهنجي من ماني ۾ مست ۽ مغرور هوندو آهي.
- وڏيرن ۽ جاگيردارن جي مداخلت کي جائز سمجهڻ ۽ انهن جي پسنديدگي ۽ ناپسنديدگي کي مدنظر رکڻ چوتہ ائين ڪرڻ سان اميرن جا پٽ تہ اعليٰ تعليم حاصل ڪندا پر غريبن جا ٻار تعليم جي بنيادي حق کان هميشہ لاءِ محروم رهندا.
- مقامي اُستاد کي ڳوٺ جي ڪنهن اسڪول اندر تعينات ڪرڻ چوتہ اهو هڪ تہ اسڪول ۾ پابندي سان نہ ايندو پيو تہ جيڪڏهن ايندو تڏهن بہ ڪجهريون ڪري ٽائيم پاس ڪندو يا ٻارن کان پنهنجي گهر جا ڪم ڪار ڪرائيندو.

- غير سرڪاري تنظيمن جي قائم ڪيل اسڪولن جي منظوري ڏيڻ چوته ان سان سرڪاري اسڪولن ۾ استادن جي غير حاضري يقيني بڻجي ٿي في بار تي ملندڙ وظيفي جي لالچ ۾ خانگي تنظيمن جا نمائندا سرڪاري اسڪول کي غير مؤثر بڻائڻ لاءِ ٻارن جي والدين سان ملي مختلف حربا استعمال ڪندا آهن. اها ڳالهه به مشاهدي هيٺ رهي آهي ته پهريان غير سرڪاري تنظيمن جا نمائندا سرڪاري ملازمن سان ملي سرڪاري اسڪولن جي تباهي ۾ اهم ڪردار ادا ڪندا آهن ته جيئن تعليمي پراجيڪٽ ملڻ جي راهه هموار ٿئي هونئن به ڏسجي ته غير سرڪاري تنظيمن جي قاعدن ۽ ضابطن ۾ اها ڳالهه به عيان آهي ته "جنهن ڳوٺ ۾ سرڪاري اسڪول نه هجي يا غير فعال هجي ته اتي اسڪول کوليو ويندو." اها ڳالهه به مصدقه آهي ته اڄ ڪلهه غير سرڪاري تنظيمن (NGO'S) ۾ سرڪاري ملازم ڪم ڪري رهيا آهن ۽ انهن تنظيمن کي فنڊز به سرڪار ئي جاري ڪندي آهي جن جي ڪارڪردگي خانا پري ڪان سواءِ ڪجهه به ناهي.
- سرڪاري اسڪولن جي تيار ڪيل عمارتن جي نگهباني نه ڪرڻ چوته نظر نه ڪرڻ سان عمارتن ۾ غير ضروري ماڻهن جي اچ وڃ ٿيندي رهندي ۽ ان ۾ موجود فرنيچر ۽ ٻيو ضروري سامان سلامت نه رهندو ۽ هلندي هلندي عمارت ناڪاره ٿي ويندي آهي. جنهن جي ڪري استادن کي گسائڻ جو جواز ملي ويندو آهي.
- اسڪولن لاءِ مقرر ڪيل ايس ايم سي (يعني اسڪول مينيجمينٽ ڪميٽي) جون بيقاعدگيون چوته اسڪول جي سارسنڀال ۽ مرمت لاءِ آيل فنڊ ملي ڀڳت سان ڪائي اسڪول کي زبون ڪرڻ ۾ اهي اڳيرا هوندا آهن سو ظاهر آهي عمارت نه هوندي ته ٻار تعليم ڪيئن پرائيندا.
- اسڪولن تي مقرر سپروائيز، تعلقي ۽ ضلعي آفيسرن جو ڪرپٽ هجڻ. چوته جيڪڏهن مذڪوره آفيسر ڪرپٽ هوندا ته اسڪول ۾ ٿيندڙ بيقاعدگين تي رشوت عيوض خاموش رهندا، استادن جي غير حاضر رهڻ تي انهن کي ذري جو احساس نه ٿيندو ۽ انهن جي انهيءَ

عمل ۾ تسلسل تعليم جي تباهيءَ جو ڪارڻ ثابت ٿيندو.

- اسڪولن ۾ استادن جي غير حاضري يا دير سان اچڻ جو معمول ڇوته جيڪڏهن استاد غير حاضر رهندا ته اسڪولن ۾ ٻارن جي حاضري جي شرح تمام گهٽ رهندي مسلسل ائين ڪرڻ سان ٻار به دل شڪسته ٿي گسائيندا رهندا.
- ڳوٺن ۾ قائم ڪيل جوا جا اڏا يا راند روند جون ويهڪون ڇوته انهن جي قيام سان ٻارن جو ذهني لاڙو تعليم کان هٽي ڪري جرائم ڏانهن مائل ٿئي ٿو ۽ ائين هر ٻار سنوڪر، تاش جي پتن، لوڊي راند وغيره ۾ مشغول ٿي پنهنجي اصل مقصد کان هٽي وڃي ٿو ۽ ائين ان کي صحبتِ بد ميسر ٿئي ٿي جيڪا تعليم جي معاملي ۾ ٻار جي لاءِ هاڃيڪار آهي. شيخ سعدي جي چواڻي موجب ”تخم جي اثر کان صحبت جو اثر وڏيڪ هوندو آهي.“
- ٻارن جي والدين جو اڻ پڙهيل هجڻ ۽ تعيلم جي افاديت کان انهن جو بي خبر هجڻ ڇوته جيڪڏهن والدين اڻ پڙهيل آهن ۽ انهن کي تعليم جي اهميت جو اندازو به ناهي صاف ظاهر آهي ته انهن کي پڙهائي کان آشنائي نه هوندي نتيجو وچي اهو نڪرندو ته هو ٻار جي تعليم جي حوالي سان يڪسر غافل ٿيندا ويندا ۽ تعليمي ويهڪن تائين انهن جي رسائي نه هجڻ به ٻار جي روشن مستقبل لاءِ هاڃيڪار ثابت ٿيندو.
- نياڻين جي تعليم جي سلسلي ۾ غفلت جو مظاهرو ڪرڻ ڇوته متعصب وڏيري جي سوچ مطابق معاشري ۾ جيڪڏهن نياڻي پڙهيل هوندي ته اڳتي هلي ڪري پورو خاندان تعليمي زيور سان آراسته ٿي سگهي ٿو ۽ ان کي اها به خبر هوندي آهي عورت جي تعليم سان معاشري جي ترقي يقيني آهي. ان ڪري ڳوٺن ۾ نياڻين جي تعليم تي ڪنهن حد تائين بندش وڌي ويندي آهي. ان سلسلي ۾ امن امان جو مسئلو به ان ۾ رڪاوٽ جو سبب آهي.

مذڪوره رڪاوٽن کي ختم ڪرڻ لاءِ حڪومتي سطح تي اهڙن ايماندار آفيسرن تي مشتمل مانيٽرنگ ٽيمون جوڙيون وڃن جيڪي تعليم دوست هجن ۽ اهي ٽيمون تعليم جي افاديت کي سمجهنديون

هجن جيڪي ڪنهن به صورت ۾ مصلحت کان ڪم نه وٺن ۽ سنڌي قوم کي ان جي زوال کان بر وقت بچائڻ جوڳي تعليم ئي قومن جي ترقي جو ضامن ۽ ذريعو آهي. ماضي ۾ سنڌ اندر جيڪا تعليم جي تباهي ٿي اميد ته ان جو ازالو جلد ممڪن بڻايو ويندو. ٻي صورت ۾ ايندڙ نسل انهيءَ الميي تي ڳاراتا ضرور ڏيندو.

### تعليم کاتو ۽ مينيجمينٽ ڪيڊر :

انتظامي امور کي هٿي ڏيڻ لاءِ (Management) جو لفظ استعمال ٿيندو رهيو آهي جيڪو مربوط انساني جدوجهد کي هدايت ڏيڻ، رهنمائي ڪرڻ ۽ عملي ڪم مڪمل ڪرڻ جي هڪ جامع ڪوشش جو نالو آهي ۽ اهڙي مهارت وارو عمل جنهن جي ذريعي سان تعليمي اداري کي تشڪيل ڏيل پاليسين جي موافق آسانيءَ سان هلائي سگهجي ان کي به مينيجمينٽ چئي سگهجي ٿو. Administration ۽ Supervision به ان ئي مفهوم جون ڪڙيون آهن جيڪي نظم ۽ نسق جي معنيٰ ۾ استعمال ٿين ٿيون. ڏٺو وڃي ته تعليمي نظم ۽ نسق معاشري ۾ رائج ٿيل وقت سان به منسلڪ هوندي آهي تنهنڪري ان کي تعليم جي شعبي ۾ نافذ ڪرڻ ۽ با مقصد نتيجا حاصل ڪرڻ هڪ بهترين منتظم جي اهم ذميواري ۾ شامل آهي. ان کان علاوه تعليمي شعبي طرفان ماضي جي سيني پلن ڪمن ۽ روايتن کي محفوظ ڪرڻ ۽ ان تي ڪاربند رهڻ، تعليمي ادارن ۽ معاشري ۾ رائج بهتر روايتن کي هڪٻئي جي ويجهو آڻڻ ۽ انهن ۾ يڪسانيت پيدا ڪرڻ، منصوبن ۽ تعليمي ڪمن جي وچ ۾ هم آهنگي پيدا ڪرڻ، تجربي، تحقيق ۽ مشاهدي لاءِ بهترين فضا مهيا ڪري ڏيڻ، شاگردن کيْ زندگيءَ جو اصل مقصد حاصل ڪرڻ جو فلسفو ياد رکڻ جي قابل بنائڻ، تعليمي مقصدن کي عمل پذيريءَ ۾ مدد ڏيڻ به هڪ سٺي ۽ ڪامياب منتظم جي حصي ۾ ايندڙ ڳالهيون آهن جن کي اپنائڻ مينيجمينٽ جي زمري ۾ اچي ٿو. جيتوڻيڪ جو ان کي منصوبه بندي وضع ڪرڻ ۽ پوءِ ان کي نافذ ۽ منظم ڪرڻ، تعليم جي ترقيءَ ۾ هدايت ڏيڻ، اسڪولي انتظاميه، استاد ۽ شاگردن جي وچ ۾ هم آهنگي پيدا ڪرڻ، جيڪي نا خوشگوار رويا، رايا ۽ ناڪاري سوچون پيدا ٿين انهن

تي قابو پائڻ به نگران جي ذمي اچي وڃن ٿيون تنهنڪري اُنهن تي عمل ڪرڻ منتظم يعني نگران جو خاصو آهي.

**تربيت يافته عملي جي ضرورت**

ان ڳالهه ۾ ڪو شڪ ناهي ته سنڌ اندر تعليمي اداري کي منظم ڪرڻ واري تربيت يافته شخص جي ضرورت آهي ڇوته اهڙو شخص هن معاشري جو ننڍو عڪس هوندو آهي تنهنڪري معاشرتي دائري ۾بهترين قيادت جو هجڻ تمام ضروري آهي ۽ انهيءَ قيادت ۾ سٺي صحت، قائدانه صلاحيت، اسڪولن ۾ استادن سان ميل جول رکڻ جي صلاحيت، هر ڪم جي باري ۾ پيرائتي ڄاڻ جي صلاحيت، ڪنهن به پلي ڪم ۾اڳيرائي ڪرڻ، خود انحصاريءَ سان تعليمي ڪمن ۾ شوق ۽ جذبو نظم ۽ ضبط ڏانهن هاڪاري رويو هجڻ گهرجي.ان کان علاوه منتظم کي صورتحال جو تجزيو (Situation analysis) ڪرڻ جي مڪمل صلاحيت به هجي. ڇوته نگراني هدايتون ڏيڻ ۽ اسڪول ۾ تعليمي ۽ تدريسي ڪمن جو تنقيدي جائزو وٺڻ جو عمل آهي سو ان عمل ۾ مهارت ۽ قابليت جي اشد ضرورت آهي.

انهن سيني ڳالهين سان اتفاق ۽ سهمت رکندي جيڪڏهن سنڌ جو تعليم کاتو سنڌ جي اسڪولن ۾ تعليم جي شمع روشن ڪرڻ لاءِ سٺي منتظم يا نگران جي چونڊ ڪري ته اهو هڪ بهترين عمل آهي جيڪو قابلِ تعريف آهي پر جيڪڏهن ظاهري طور ڪيل انهن فيصلن سان پيا گهربل مخفي مقصد ماٺيا وڃن ته اهو تعليم پرائيندڙن جي بهتر مفاد ۾ هرگز نه هوندو ائين ڪرڻ سان ته ناڪاري اثر نمودار ٿيندا جيڪي اڳتي هلي استاد، شاگرد، والدين ۽ معاشري لاءِ هڪجهڙا نقصانڪار ثابت ٿيندا. مينيجمينٽ ڪيڊر کي تدريسي ڪيڊر کان الڳ ڪرڻ ۾ ڪو حرج ۽ قباحت ناهي ڇوته ائين ڪرڻ سان تعليمي نظام بهتر نموني سان استوار ٿيندو جعلي پرتين جو سدِ باب ٿيندو ڪرپشن جو خاتمو يقيني بڻجندو بي قاعدگيون ختم ٿينديون، نظم و ضبط يقيني بڻجندو پر شرط اهو آهي ته هر ڪم ۾ ان شعبي منجهان ايماندار ماهر ۽ ڄاڻ رکندڙ آفيسر مقرر ڪجن. ائين نه ٿئي جو تعليمي نظام درست ڪرڻ ۽ ان ۾

اصلاحات آڻڻ لاءِ ڪو روينيو آفيسر مقرر ڪجي يا او پي ايس متعلق ڏنل عدالتي فيصلي جي زد ۾ آيل پوليس آفيسر يا ڪنهن ٻئي شعبي جي ڪاموري کي تعليمي وهنوار هلائڻ لاءِ خدمتون سونپجن ته اصلاح جي بدران بگاڙ پيدا ٿيندو. هر ذي شعور ماڻهو ڄاڻي ٿو ته وڪيل کي جيڪڏهن سرجري جي ذميواري ڏجي ته هو آپريشن جا مرحلا هرگز طئي نہ ڪري سگهندو آخرڪار هو مريض کي موت جي قريب وٺي ويندو پر جيڪڏهن ڪنهن ڊاڪٽر کي استغاثہ جي واڳ ڏجي ته هو ڪڏهن بہ مستغيث ٻڌجي نہ سگهندو ڇوته ان کي ان شعبي سان واقفيت هرگز ناهي. اهڙي طرح روينيو آفيسر کي جيڪڏهن اسڪولن جي نگراني سونپي وڃي ته هو بهتر نتيجا نہ ڏئي سگهندو ڇوته هن کي زمين جي سروي ڪرڻ، آبياني ۽ ڍل جي وصولي ڪرڻ، ڪنهن پلاٽ جا اتارا ڪيڻ کان سواءِ ڪا ڄاڻ ناهي. مينيجمينٽ ڪيڊر لاءِ جيڪڏهن انتخاب اهڙي معيار جو هوندو ته تعليم دشمن پاليسيون ئي وضع ٿينديون رهنديون باقي سڌارا نہ ايندا ڇوته منتظم يا نگران ۽ استاد يا شاگردن جي وچ ۾ تعلقات صرف Theoretical نہ بلڪ Material support تي مشتمل هجڻ گهرجن. تنهنڪري جيڪڏهن صلاحيت، قابليت ۽ ڪاتي بابت واقفيت ۽ ڄاڻ هوندي ته سرگرمين جي مٿا سٽا بہ اسلوب سان ٿيندي رهندي ۽ انقلابي تبديليون رونما ٿينديون ٻي صورت ۾ ناڪام پاليسيون ٺهنديون رهنديون جنهن سان تعليم ويتر تباھ ٿي ويندي پوءِ ان ۾ تبديلي ناممڪن امر ۽ ساپيان نہ ٿيندڙ خواب ٻڌجي ويندي.

حالانڪ جيڪڏهن ڏٺو وڃي ته گسٽا (گورنمنٽ اسڪول ٽيچرس ايسوسيئيشن) وارن جو احتجاجي طريقيڪار بہ وقت جي ضرورت ناهي ڇوته سندن مطالبو آهي ته استادن منجان ئي ضلعي يا تعلقي سطح تي ايجوڪيشن آفيسر مقرر ڪيا وڃن ڇوته اهو استادن جو ئي حق آهي ائين نہ ڪرڻ سان انهن جي سينارٽي ختم ٿي ويندي يا انهن کي ان سينارٽيءَ جو خاطرخواه فائدو نہ ٿيندو. جيڪڏهن انهن جي مطالبي سان سهمت ٿجي ته پوءِ منهنجي خيال ۾ مينيجمينٽ ۽ ٽيچنگ يا اسڪولنگ ڪيڊر جي معنيٰ اهميت وڃائي ويهندي ۽ پوءِ انهن جو مقصد ناڪاره ٿي ويندو. ها ائين بہ ٿيڻ گهرجي جو جيڪي استاد

مينيجمينٽ جي حوالي سان ڪورس ڪري چڪا يا انهن کي ان متعلق ڪافي ڄاڻ ۽ وسيع تجربو آهي ته اهي ٽيچنگ ڪيڊرڪان مينيجمينٽ ڪيڊر ۾ اچڻ لاءِ امتحان پاس ڪري اچن ۽ پوءِ باقاعده ان ۾ ضم به ٿي وڃن ته پوءِ انهن جو انتخاب بهتر عمل ثابت ٿيندو باقي هر تجربيڪار استاد سنو منتظم يا نگران ٿئي ائين به هرگز ناهي. تعليم کاتي ۾ اهڙن تجربيڪار استادن جو فقدان به ناهي جن کي سواءِ پڙهائڻ جي ٻيو ڪجھ به نه ٿو اچي. اسڪولي انتظام ۽ تعليمي وهنوار هلائڻ جو ڪين تجربو ناهي ته پوءِ ڇو انهن کي آزمائش ۾ وجهي تعليم جو ٻيڙو ٻوڙيو وڃي. منتظم ٿي نگراني ڪرڻ ۽ استاد بڻجي پڙهائڻ جدا جدا عمل ۽ منصب آهن. سٺي استاد کي پڙهائڻ جا طور طريقا ۽ انداز معلوم آهن ته ڪهڙي طرح شاگردن ۾ پڙهڻ جو رجحان پيدا ڪجي؟

## شاگردن ۾ تخليقي ذات ۽ اعتماد جي قوت پيدا ڪرڻ

شاگردن ۾ Presentation جي صلاحيت ڪيئن اجاگر ڪجي جو هو اڳتي هلي سٺا استاد، مقرر يا سياستدان بڻجن جيڪي معاشري مان براين جو خاتمو ڪن. جڏهن ته نگراني يا منتظمي اشتراڪ، معاونت، باهمي تعاون، رابطي، ارتقا، مشوري، متحرڪ، تجرباتي، دريافت، تخليقي ۽ غور ۽ فڪر جو عمل آهي جنهن سان ذهني، طبعي، سماجي ۽ اخلاقي سرگرمين جي وچ ۾ توازن يقيني بڻجي ٿو. نگراني سڄي تعليمي ۽ تدريسي عمل تي محيط هوندي آهي. نگران ۾ وسيع علمي بصيرت، سنو تجربو، موافق، مشاهدو، پيشه ورانه بالغ نظري عيان هوندي آهي ۽ ان ۾ انتظامي فرائض جهڙوڪ : اسڪولن جو دورو ڪرڻ ۽ انهن ۾ موجود رڪارڊ جي جاچ پڙتال ڪرڻ، اسڪولن جا اڪائونٽ، ايس ايم سي فنڊ ۽ گورنمنٽ گرانٽس جو حساب ڪتاب ونڻ، تدريسي ۽ غير تدريسي عملي جي تقرري ۽ تعيناتي ڪرڻ، رشوت جو خاتمو ڪرڻ، اهليت کي اهميت ڏيڻ، جعلي پرتين جو خاتمو ڪرڻ يا ان جي متعلق بالا آفيسرن کي خفيه رپورٽ مهيا ڪرڻ، سرڪاري احڪام بر وقت اسڪولن ڏانهن منتقل ڪرڻ، پگهارن جا بل وغيره مقرر ٽيل وقت تي پاس ڪرائڻ ۽ اسڪولن ۾ موجود اسٽاڪ جو معائنو ڪرڻ جي صلاحيت سان گڏوگڏ

تعليمي فرائض جهڙوڪ : تدريسي طريقيڪار جو جائزو وٺڻ، اسڪول ۾ ٽائيم ٽيبل کي نوٽ ڪرڻ، شاگردن جي حاضري ۽ غير حاضري کي جاچڻ، اختياري حدود ۾ شامل اسڪولن ۾ موجود نصابي سرگرمين تي نظر رکڻ ۽ ان جي ڪاميابين ۽ ناڪامين جو باريڪ بينيءَ سان جائزو وٺڻ. نصابي ۽ درسي ڪتابن جي انتخاب ۾ مدد ڪرڻ، اسڪولن جي طبعي ۽ سماجي ماحول تي گهري نظر رکڻ جي صلاحيت موجود هوندي آهي تڏهن مينيجمينٽ جي حوالي سان ان جو انتخاب عمل ۾ ايندو آهي. جڏهن ته اهڙيون صلاحيتون هر تجربيڪار استاد ۾ نه ٿيون ٿي سگهن تڏهن مينيجمينٽ ۽ ٽيچنگ ڪيڊر ۾ تفاوت ۽ امتياز ڪرڻ ضروري آهي ۽ انهن جي ڌار ڌار انتخاب ۾ ڪو حرج به ناهي تنهنڪري گستا وارن کي احتجاج ڪرڻ بدران ان جي انتخاب تي نظرثاني جو مطالبو ڪرڻ گهرجي ۽ اسڪولن ۾ استادن جي حاضري کي يقيني بڻائجي ته جيئن شاگردن جو مستقبل سنورجي سگهي ۽ اهي ملڪ ۽ قوم جو نالو روشن ڪري اڳتي وڌن

سنڌ ۾ اهليت جو جنازو ڪيئن نڪتو؟ :

جهڙي طرح منصفي سوچ رکڻ وارا چوندا آهن ته پلي سوين ڏوهاري آزاد ٿي وڃن پر ڪنهن هڪ بي ڏوهيءَ کي سزا نه ملڻ گهرجي ۽ بلڪل اهڙي طرح پلي سوين ماڻهن کي سفارش جي بنياد تي نوڪريون ڏنيون وڃن پر ڪنهن نا اهل کي نوڪري نه ملڻ گهرجي. چوته ائين ڪرڻ سان حقدار جو حق غضب ٿو ٿئي سو نا اهل کي پئي جو حق هرگز نه ڏجي. پلي منهنجو اهو منطق تعميري سوچ جي موافق نه به هجي پر پوءِ اهو ضرور چوندس ته سنڌ جي ٻين ڪاتن ۾ پلي مقرريون ۽ پرتيون سفارش تي ٿين پر تعليم کاتي کي انهيءَ نا اهليت واري ناسور کان بچايو وڃي ورنه تبديلي جي بجاءِ تنزلي قوم جو مقدر بڻجندي ۽ مستقبل جا معمار منزل ملڻ کان پهريان اهڙي طرح گم راهه ٿي ويندا جو شايد پنهنجو راهبر به ڳولي نه لهن.

گذريل ٻن ڏهاڪي کان سنڌ جي تعليمي ادارن سان اهڙي ويڌن ٿيندي پئي اچي. سنڌ جي ٻهراڙين ۾ تعليم جو معيار ڏينهون ڏينهن گهٽ ٿيندو پيو وڃي. هڪ نا اهل جي مقرري پيو وري اسڪولن ۾ غير حاضري

جو معمول. ائين هوريان هوريان تعليم جو ٻيڙو ٻڏڻ جي قريب ٿيندو پيو وڃي. استاد نوڪرين جي هوندي غيرحاضر رهي پنهنجو ڌنڌو ڌاڙي ڪري رهيا آهن ۽ مهينو پورو ٿيڻ تي تيار تي وڃي پگهارون کڻن ٿا سو اهو سلسلو معمول مطابق روان دوان آهي. حالانڪ خزاني ۾ گڏ ٿيل پيسو قوم جي امانت هوندو آهي ۽ انهيءَ امانت مان قوم جي فلاح و بهبود لاءِ فلاحي ۽ تعليمي ادارا ٺاهيا ويندا آهن پر افسوس جو نا اهل ڪي ڀرتي ڪري قومي خزاني کي تاراج ڪيو وڃي ٿو. انهيءَ قومي امانت مان اهي ئي مقرر ٿيل نا اهل مستفيد ٿي رهيا آهن جن کي ڪڏهن به اهو احساس ناهي رهيو ته اسان ايندڙ نئين نسل ۽ هونهار شاگردن جي آئيندي سان تماشو ڪري رهيا آهن. لکين ۽ ڪروڙين روپين جي لاڳت سان تيار ٿيل تعليمي عمارتون يا ته ويران پيون آهن يا وڏيرن جي ذاتي استعمال ۾ آهن. جيڪڏهن ڪو علم دوست ۽ ايماندار آفيسر سڌارو آڻڻ جو سوچي به ٿو ته ان کي يڪدم بدلي ڪرائي يا جبري موڪل تي اماڻيو وڃي ٿو.

سنڌ اندر غير معياري تعليم جو اهو حال ڏسي استادن ئي خانگي اسڪول وڃي کوليا ۽ واسطيدار سرڪاري آفيس ۾ انهن کي رجسٽرڊ به ڪرايا ۽ حڪومت خاموش خاموش انهن اسڪولن جي منظوري ڏئي ڇڏي، ۽ اهو به نه سوچيو ته اهي استاد جيڪي پنهنجي ڊيوٽي تان غير حاضر رهندا ٿا اڄن ۽ هاڻي به انهن کي غير حاضر رهڻ جو جواز پيدا ڪري ڏنو ٿو وڃي. بهرحال ائين سرڪاري اسڪولن ۾ تعليم جي تباهي شروع ٿي، اسڪول ويران ٿيڻ لڳا ۽ اهي ئي گوسڙو استاد شروع شروع ۾ خانگي تعليمي ادارا کڻڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا پر اتي به ٿوري پگهار عيوض انهن فيميل ٽيچرس جو انتخاب ڪيو ته جيئن ڪمائي گهٽي ۽ خرچ گهٽ ٿئي. ٿوري پگهار تي غير تربيت يافته ۽ گهٽ تعليمي تجربو رکندڙ فيميل ٽيچرس دستياب ته هونديون ته ڇا پلا ادائي ٿن هزارن ۾ تربيت يافته استاد دستياب هوندا ڇا! قطئي نه!

## صرف سنڌ ۾ تعليمي کاتي سان اهڙي زيادتي ڇو؟

هڪ ته جعلي ڀرتين جي ويا ڦهلجندي پئي وڃي. فوت ٿي ويل استادن جي آءِ ڊيز (خفيه ڪوڊ) تي جعلي استادن جي ڀرتي وارو جڳاڙ

ٿئي پيو ته بيو وري اهل جي جاءِ تي نا اهل کي پرتي ڪيو وڃي ٿو ۽ ووٽ ونڻ جي چڪر ۾ هڪ خالي جاءِ تي پنجاهه پرتا ڪيا وڃن ٿا. سو انهيءَ تعليمي سوچ کي مدِ نظر رکندي واسطيدارن کان هر سنڌي اها تقاضا ڪري سگهي ٿو ته سنڌ اندر اهڙا اهليت جا جنازا ڪيسيتائين ڪنيا ويندا؟

**مقدس پيشي ۾ جعلي استادن جون ارڏايون :**

ان ڳالهه ۾ ڪو شڪ ناهي ته تعليم پيغمبري پيشو آهي. اسان جا آقا صَلي الله عليه وآله وسلم جن هن جهان ۾ انسانن واسطي مُعلم يعني استاد بڻجي تشريف فرما ٿيا هئا ۽ پنهنجي مبارڪ مڪي ۽ مدني زندگيءَ ۾ تعليم ۽ تعلم جو حڪم صادر فرمائيندا رهيا. تعليم ۽ سکيا جي متعلق سندن معروف حديث آهي ته پينگهي کان وٺي قبر تائين علم پرائيندا رهو توڙي جو اوهان کي چين وڃڻو پوي. سيکارڻ جي حوالي سان وري ارشاد فرماياٿون ته اوهان مان ڀلو اهو آهي جيڪو علم سکي ۽ ٻين کي سيکاري. معلوم ٿيو ته علم سکڻ ۽ سيکارڻ وارو ڪم فضيلت ڀريو ۽ شان جوڳو آهي. پر افسوس! جو اهڙي مقدس پيشي کي اڄ سفارشي ڪلچر مجروح ۽ داغدار بڻائي ڇڏيو آهي. هڪ ته ڀرتيون ۽ مقرريون سفارش تي ٿين ٿيون جنهن سان ان جي اصل ساک متاثر ٿي رهي آهي. جيڪا قوم جي پيسي ۾ صريح خيانت ڇئبي. ڪهڙو به مهذب معاشرو اهڙي بوگس ڀرتي واري عمل جي حمايت هرگز نه ڪندو. ڇو ته صحتمند معاشرو بهتر تعليمي پاليسي ۽ نظام وضع ڪرڻ سان وجود ۾ ايندو آهي. ملڪ ۽ قوم جا هڏڏوکي ۽ همدرد بهتر تعليم پرائڻ سان ئي جلوه گر ٿيندا آهن. جيڪا قوم تعليم کان محروم آهي اها مرده ليکي ويندي آهي. ان قوم جو زندهه رهڻ يا مرڻ هڪ ئي معنيٰ ۾ شامل آهي. ڪنهن ڏاهي جو چوڻ آهي ته جيڪڏهن ڪنهن قوم کي شڪست ڏيڻي هجي ته ان کي تعليم جي زيور کان محروم ڪيو وڃي ۽ عياشي ڏانهن ان کي مائل ڪري ڪيس اڳتي ڌڪيو وڃي. اهو به چيو ويو ته جڏهن اهل جي حق تي نا اهل ڌاڙو اچي هٽي تڏهن به قوم کي شڪست نصيب ٿيندي آهي. اهڙي قوم تنزلي جو شڪار ٿي نابود ٿيندي ويندي آهي.

بهرحال سنڌ ۾ تعليم جي مجموعي صورتحال انتهائي ڳڻتي جوڳي ۽ غير تسلي بخش آهي. جنهن جو اعتراف صوبائي وزير تعليم ڪافي ڀيرا ڪري چڪو آهي. هزارين بند پيل اسڪولن جا انگ اکر به اسيمبليءَ ۾ پيش ڪيا ويا. جعلي استادن جو معاملو به منظر عام تي اچي چڪو آهي. جيڪو تعداد هزارن ۾ آهي. اهو اعتراف به سامهون آيو هو ته واقعي سنڌ اندر تيرهن هزار 245 استادن جون ڀرتيون جعلي آهن. سيڪريٽري تعليم جي انهيءَ اعترافي بيان ۾ اهو به چيو ويو ته هزارين جعلي ڀرتيون ڪيون ويون. صرف ڪراچي ۾ 11 هزار 23 جعلي ڀرتيون ڪيون ويو. اهو ته سيڪريٽري تعليم جو اعتراف صرف ڪراچيءَ لاءِ آهي. چا قمبر شهدادڪوٽ ضلعي جا 7 هزار، دادو ضلعي جا 4 هزار. لاڙڪاڻي ضلعي جا 3 هزار ۽ ڪشمور ڪنڌ ڪوٽ ضلعي جا اڍائي هزار ڳڻپ ۾ نظر ئي ڪونه آيا. قمبر شهدادڪوٽ جي اڳوڻي اي ڊي اوصاحب جي رڪارڊ ساز ڪارنامي ڪي کهڙي ڳالهه تي فراموش ڪيو ويو! اتي ته گڏهه گاڏي، ۽ پڪوڙن ڪپائڻ وارا به جعلي استاد بڻايا ويا.

تعليم کاتي جي هڪ اڳوڻي اسپيشل سيڪريٽريءَ ته اهو ڇرڪائيندڙ اعتراف ڪيو ته تعليم کاتي ۾ پوري سنڌ اندر 40 هزار جعلي ڀرتيون ڪيون ويون آهن. جيڪي گذريل پندهن سال جي عرصي دوران ٿيون. جن جي ڀرتين جا مختلف معيار پيمانا, طور ۽ طريقا مقرر ڪيا ويا هئا. ڪن کي خالي جڳهه نه هجڻ تي به ڀرتي ڪيو ويو. گهڻن کي ڪوڙا آرڊر ڏئي مقرر ڪيو ويو. گهڻن کي جعلي سروس بڪ ۽ ڪوڙيون آءِ ڊيز ڏئي پگهارن جي لائق بڻايو ويو هو. جن جي پي فنڊ ۽ اڳواٽ ويهه پگهارون وٺي ماستريءَ عيوض ڏنل پنهنجي رقم واپس ڪئي. هينئر مور موڻائي ڪسر ۾ هلي رهيا آهن. جي ڏسجي ته تعزيراتِ پاڪستان تحت ڪوڙي چيڪ ۽ جعلي ڪرنسي جاري ڪرڻ وارن کي ته سزا آسانيءَ سان ملي وڃي ٿي پر جعلي آرڊر وڪڻڻ ۽ وٺڻ وارو هن وقت تائين مزا ماڻڻ ۾ مصروف آهي. ان لاءِ نه ڪو قانون نهيو آهي ۽ نه ئي ان جي ڪا پڪڙ ٿي آهي.

اهڙي حقيقت ڇيڇڻ کان پوءِ ڇا اها گنجائش باقي رهي سگهي ٿي ته تعليم کاتي ۾ انهن جعلي استادن جي نيڪالي کان بعد باقي استاد شفاف هوندا. ملڪ اندر جعلي ڪرنسي ٺاهڻ وارا ڪافي ماڻهو قانون

جي گرفت ۾ اچي جيلن تائين آسانيءَ سان پهچي وڃن ٿا. حالانڪ نقلي نوٽ کي اصل سان مشابهت ڏيڻ ۾ مهارت درڪار هوندي آهي پر پوءِ به روزانو سون جي تعداد ۾ اهڙي ڏوهه جا مرتڪب جيلن جو منهن ڏسن ٿا. پلا جيڪڏهن ڪو ٽريزري آفيسر ۽ تعليمي ڪامورو مليل هجن ۽ گر سڪيل هجن ته جعلي آرڊر نڪرڻ جو ڇا اندازو هوندو! ڇا انهن جي گرفت اهڙي اوکي آهي!

انصاف جي تقاضا کي سامهون رکجي ته انهن جعلي پرتين جي حساس معاملي ۾ صرف سرڪاري ڪامورا نه بلڪ استادن جون تنظيمون پي ٽي الف ۽ گسٽا جا عهديدار به ڪنهن حد تائين ملوث رهندا آيا آهن. سياسي ڪامورا، رٽائرڊ آفيسر، ٽريزري ملازم ۽ ڪميشن ايجنٽ به برابر جا شريڪ آهن. انهن جي خلاف هينئر تائين ڪا مؤثر ڪارروائي عمل ۾ ناهي آئي. جڏهن کان سنڌ اندر نوان اضافي ضلعا ٺهڻ شروع ٿيا تڏهن کان جعلي پرتين واري عمل ۾ به تيزيءَ سان اضافو ٿيندو ويو. استاد تنظيمن جا سينيئر ملازم ووٽ وٺڻ جي لالچ ۾ اچي جعلي پرتين کي قبول ڪندا رهيا آهن. بلڪ انهن جعلي استادن جي پشت پناهي ڪندي نظر آيا آهن. هينئر به ڪورٽ ۾ هلندڙ پٽيشنز جي پيروي لاءِ وڪيل مهيا ڪري ڏيڻ ۾ استادن جي تنظيم جو ڪردار رهيو آهي. سنڌ ۾ ته فوت ٿيل استادن جون پگهارون به معمول مطابق يونين جي سهڪار سان پاس ٿينديون آهن. يا انهن جي نالن سان ٻيا جعلي استاد پنهنجون تعليمي خدمتون جاري رکندا ايندا آهن. ڪجهه ڏينهن پهريان گوسڙو استادن خلاف حڪومتي ڪارروائي دوران فوت ٿيل استاد خلاف به شوڪاز جاري ٿيڻ تي پي ٽي الف وارن مذاق جي طور تي ان شوڪاز کي فوتي استاد جي قبر تي وڃي ٽنگي ڇڏيو. حالانڪ شوڪاز غلط ناهي نڪتو بلڪ فوت ٿيل استاد کي زنده ڄاڻائي ان جون پگهارون ملي ٻڪت سان کنيون پيون وڃن. اها روايت سنڌ اندر تعليم کاتي ۾ پراڻي آهي. رڪارڊ ۾ اهو استاد زنده ڄاڻايل هوندو ۽ ظاهر آهي غير حاضر رهڻ تي شوڪاز جاري ٿيو هوندو. اهڙا سوين مثال اکين آڏو آهن استادن جي تنظيم پي ٽي الف ۽ گسٽا جا مهربان استاد بالا آفيسرن کي استاد جي فوتگي جو اطلاع ناهن ڏيندا. نتيجو وڃي اهو نڪرندو آهي جو

ان جي پگهار مٽان ڪان ايندي رهندي آهي جيڪا ڪجھ مهينا وارثن کي ملڻ ڪان پوءِ ان جي نالي سان نئين ڀرتي ٿيل استاد کي انهيءَ آءِ ڊِي تي جاري ٿيندي آهي.

## ريفارم سپورٽ يونٽ جو ڪردار

سنڌ حڪومت طرفان قائم ڪيل ريفارم سپورٽ يونٽ ڪاتي جو ڪم واسطيدار شعبي ۾ اصلاحات آڻڻ آهي. شعبي مان ڪارين رڍن جو خاتمو ڪرڻ، ڀرتين جي عمل کي شفاف بڻائڻ، اسڪولن ۾ خالي جاين جو تعين ڪرڻ ان ڪاتي جي ذميواري ۾ اچي ٿو. پر اتي ان جي برعڪس ڪم ٿئي پيو. اين ٽي ايس پاس اميدوارن جي ميرٽ لسٽ کي ڄاڻي واڻي تاراج ڪري ان جي جاءِ تي پنهنجي من پسند اميدوارن کي آڻڻ به ٻه ٽي ڀيرا ميرٽ لسٽ تبديل ڪرڻ ريفارم سپورٽ يونٽ جي ڪمال بهادريءَ جو اعليٰ مثال رهيو آهي. جيڪو ڪارنامو تاريخ جو حصو بڻجي چڪو آهي. ڇا اهو بهتر نہ ٿيندو تہ مذڪوره جعلي ڀرتي ڪيل ملازم گهر ويڙا ڪري انهن جي جاءِ تي اين ٽي ايس جي سمورن ڪامياب اميدوارن کي ڀرتي ڪيو وڃي تہ جيئن تعليم جو ٻڏل ٻيڙو تري وڃي ڪنڌيءَ تي لڳي!

## اڻ پڙهيل استاد ۽ معصوم نياڻيءَ جو قتل:

هڪ ڀيري جي ڳالھ آهي تہ سٽي ڪورٽس ڪراچي ۾ ڪو فيملي ڪيس پيري ٽرائل تي رکيل هيو. مون عورت جي طرفان تنسيخ نڪاح جي دعويٰ ڪئي هئي. جنهن ۾ عورت پاران مڙس تي ڪجھ الزام لڳايا ويا هئا جيڪي عام دعوائن کان ڪافي مختلف هئا ڇوتہ زياده تر دعويٰ ۾ هي الزام لڳايا ويندا آهن تہ مڙس نشئي آهي، ڪمائي نہ ٿو آواره ماڻهن سان صحبت جي ڪري بدڪردار بڻجي ويو آهي، هرويرو مارڪٽ ڪندو رهي ٿو گهر جو خرچ پکو نہ ٿو ڏئي، گهران ڪڏي ڇڏيو اٿس وغيره وغيره جيتوڻيڪ جو انهن ڳالهين ۾ صداقت بہ هوندي آهي بهرحال مفاهمت يا خيالن ۾ هم آهنگي نہ ٿي سگهي تہ پري ٽرائيل ۾ ناڪام ٿيندي ۽ ڪيس ۾ گواهي سامهون اچڻ ۽ ثابت ٿيڻ تي ڪيس پڄاڻيءَ

تي پُڄي ويندو آهي، جيڪڏهن عورت جو مڙس نوٽيس ملڻ تي حاضر نہ ٿئي تہ ڪجھہ موقعا ملڻ کان پوءِ هڪ طرفو فيصلو صادر ٿيندو آهي پر هڪ اهڙي دعويٰ جيڪا عام رواجي نہ بلڪ حقيقت تي مبني هئي، حالانڪہ جڏهن مون خلع جي دعويٰ داخل ڪئي تہ ان ۾ ڪجھہ ڳالهيون عام رواجي هيون پر پري ٽرائل ۾ سامهون ڪجھہ ٻيون آيون. اهي هي تہ بقول ان عورت جي پنج سال پهريان منهنجي شادي ڪاشف نالي شخص سان ٿي هئي. ٻنهي پاسن کان غربت جي ڪري شاديءَ ۾ سادگي اپنائي وئي، ڪاشف غريب هوندي همٿ وارو هوندو هيو. محنت ۽ مشقت سان پورهيو ڪري گهر هلائيندو هيو. ڏهاڙي لڳندي هيس تہ گهر جو چلهو ٻرندو هو نہ تہ ٻنهي کي بک ڪاٽڻي پوندي هئي. ڪراچي جي حالتن بک ۽ بدحالي تي مجبور ڪيو پر پوءِ بہ همٿ ۽ حوصلي سان رهي ڪڏهن ڪمائي ڪڏهن قرض کڻي گذارو ڪيو ويندو هيو. سڄي سال ۾ سواءِ ٻن ڇڻن ڏينهن جي شايد ڍؤ تي ماني بہ ميسر نہ ٿيندي هئي، نئون سال ايندو هو تہ ڏک پيٽا ۽ درد چوٽا تي ويندا هئا. ايئن وقت گذرندو رهيو. سال گذرڻ کان پوءِ خدا تعاليٰ نياڻي جي اولاد سان نوازيو. خوشي تہ تي پر تنگدستيءَ جي ڪري احساسِ محرومي پلئہ پوندي وئي. جڏهن اها نياڻي خير سان پنجن سالن جي ٿي تہ مون پنهنجي مڙس ڪاشف کي احساس ڏياريو تہ پاڙيسري ٻار خانگي اسڪول ۾ تعليم پرائڻ روز پيا وڃن ۽ اسان جي نياڻي انهن کي ڏسي غمگين ٿي چوندي آهي تہ اما ڏس! منهنجيون سهيليون فائضہ ۽ فريده اسڪول وڃن ٿيون انهن کي سُٺي اسڪولي ڊريس، سٺا بوٽ ۽ سهڻا ٿيلها آهن، پڙهڻ جي لاءِ انهن کي سٺا سٺا رنگ برنگي ڪتاب بہ آهن جن ۾ تصويرون بہ آهن. اما! مون ڪهڙو ڏوھہ ڪيو آهي جو انهيءَ بنيادي حق کان هينئر تائين محروم آهيان.“ پر ڪاشف ڪو توجھہ نہ ڏنو. هاءِ! هاءِ! جڏهن اهي ڳالهيون معصوم نياڻيءَ جي زبان تان ٻڌندي هيس تہ جڻ اندر بہ اڌ تي پوندو هو. ساھہ صفا ساڻو ٿي ويندو هو اندر ۾ ئي روئي ڏيندي هيس. آواز نڪرڻ کان بغير ارمانن جا ڳوڙا نار ڪري هنج ۾ ٿمي پوندا هئا. جهولي لڙڪن کان آلي ٿي ويندي هئي، ڇاهيندي بہ رَئي جي دامن سان لڙڪ اگهي نہ سگهندي

هيس، سوچيندي هيس تہ غريبي حال ۾ پنهنجو جيئڻ ئي الائجي ڪيئن ٿيندو! هاڻي تہ هن نياڻيءَ جو احساس جيءَ کي جهوري رهيو آهي.

جڏهن ڪاشف رات جو مزدوري کان گهر واپس موٽي ايندو هو تہ ان سان پنهنجا ارمان اوريندي هيس پر سواءِ "ها...! ۽ هون ......! جي ٻيو ڪجهہ بہ ٻُڌڻ لاءِ نہ ملندو هو. آخرڪار هڪ ڏينهن مجبور ٿي مون احتجاج ڪيو تہ آخر منهنجي نياڻيءَ جو ڪهڙو ڏوهہ آهي جو ان کي تعليم جي سهولت ميسر ناهي، وقت گذرندو رهيو احساس ۽ ارمان پروان چڙهندا رهيا. هڪ ڏينهن ڪراچيءَ ۾ ڦيتا روڪ هڙتال جي ڪري ڪاشف کي ڪا سواري نہ ملي سگهي. هو پڙيءَ تي ويهڻ بدران پنهنجي گهر اڳيان فٽ پاٿ تي ويهي رهيو. تانڪ منجهند ٿي تہ هڪ پاڙيسري وٽس هلي آيو ۽ چوڻ لڳو تہ غمگين ويٺو آهين ادا ڇا ڳالهہ آهي؟ ڪاشف پنهنجي ڏهاڙي ضايع ٿيڻ تي ويچار ونڊيا ۽ بعد ۾ ضمنًا نياڻيءَ جي پڙهائي جي حوالي سان بہ ڳالهہ ڪري ڇڏي تہ ان چيو تہ گهبراءِ نہ. مان پرائمري ماستر آهيان. سرڪار طرفان ڪتاب بہ مفت ۾ ملن ٿا. تون ننڍڙيءَ کي مون وٽ داخل ڪراءِ. ڪاشف جي ذهني اذيت ڪجهہ دور ٿي چوتہ پوءِ اها نياڻي روزانو صبح جو خوشي خوشي اسڪول ويندي هئي ۽ منجهند جو ٻارهين وڳي گهر موٽي ايندي هئي. ٿيلهي سان گهر ۾ ٺهلندي هئي تہ دردن کي درمان ملي ويندو هو. اٺ مهينا انهيءَ آس ۽ نراس ۾ گذري ويا تہ هاڻي نياڻي تعليم پرائي آخر نيٺ وڏي ٿيندي ۽ پوءِ نوڪري ملڻ جي صورت ۾ ڏک سُور لهي ويندا. نياڻي بہ اسڪول کان واپسيءَ تي اچي چوندي هئي تہ اما! استاد ٻاراڻي ڪتاب ۾ تصويرن تي هٿ رکي الف اک، بي بدڪ، ٻ ٻڪري، ٽ پٽ ت تارو وغيره پڙهائيندو رهندو آهي. خير مان پاڻ اڻ پڙهيل هجڻ ڪري سمجهي نہ سگهيس تہ نياڻيءَ کي ايترو ئي سبق ملندو رهندو يا هوءَ اڳتي بہ وڌندي؟ نہ ڄاڻ تہ ماستر اڻ پڙهيل هيو. پيسا ڏئي جعلي نموني سان نوڪري وٺي چڪو هو. صحي ڪان علاوه ان کي ڪجهہ بہ نہ ايندو هيو. سنڌي ٻاراڻي ڪتاب ۾ ٻاونجاهہ اکر تصويرن جي مدد سان سُڃاڻي پوءِ پڙهائيندو هيو. جيڪڏهن ان جي نا اهليءَ جي خبر اڳ پوي ها تہ مان پنهنجي نياڻيءَ کي انهيءَ ماستر وٽ پڙهائڻ هرگز نہ ڇڏيان ها! ڳالهہ تہ صرف ان جي نا

اهليءَ جي ناهي پر انهيءَ جعلي ماستر منهنجي نياڻيءَ کي خرچيءَ جي لالچ ڏئي هڪ ڏينهن دير سان موڪل جي بهاني رهائي نيٺ حوس جو نشانو بڻايو. معصوم نياڻيءَ شايد رڙيون ڪيون ۽ بيهوش ٿي وئي پوءِ ان ماستر پنهنجو ڏوهه لڪائڻ لاءِ نياڻيءَ کي گهٽا ڏئي ماري ڇڏيو. اسڪول ڪچي آباديءَ ۾ واقع هيو. ڏينهن جو وقت هيو اسڪول ٻاهران عام گهٽيءَ ۾ ماڻهن جي اچ وڃ هئي، ماستر لاش ڪٿي لڪائي نه سگهيو تڏهن ٻاڻ ڪسڪي نڪري ويو. نياڻيءَ جي اچڻ جو وقت ٿيو پر ڪلاڪ گذرڻ کان پوءِ به هوءَ گهر موٽي ڪانه آئي ته مان پريشان ٿي اسڪول جي پڇا ڪندو نيٺ اسڪول اچي نڪتس ته معصوم نياڻيءَ جو ڪمري جي ڪنڊ ۾ لاش پيل هيو. ٿيلهي ۾ موجود ڪتاب وڪريل هئا، ڀيانڪ منظر ڏسي پيرن هيٺان ڄڻ زمين نڪري وئي، هوش حواس وڃائجي ويا، تمام جلد اکين آڏو اونداهي اچي وئي ۽ مان فرش تي ڪري بيهوش ٿي ويس. هوڏانهن ڪاشف مزدوري ڪري واپس گهر آيو ۽ نياڻي سميت مون کي نه ڏسي ڪري پريشان ٿيو. نيٺ پريشانيءَ جي عالم ۾ هيڏي هوڏي واڪا ڪندو اسڪول پهتو تڏهن ان جي حالت به ابتر ٿيندي وئي نيٺ حوصلو ڪري ان مون کي کنيو ۽ اسپتال کڻائي آيو. جتي مون کي ڪجهه ڪلاڪن کان پوءِ هوش آيو معصوم نياڻيءَ جي تدفين ٿي ۽ ان جعلي ماستر جي خلاف ايف آءِ آر داخل ڪرائي وئي. پنج اٺ ڏينهن اهو روپوش رهيو. ڪاشف غريب هجڻ ڪري پنهنجي معصوم نياڻيءَ جي قتل تي سوديبازي ڪري ويٺو. پنج لک روپيا وٺي قتل جي ڪيس ۾ راضي نامو جمع ڪرائي چڪو تڏهن مون ان سان اختلاف ڪندي عليحدگي اختيار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي. جج صاحب! هن سان نڀائڻ ۽ رهڻو ناهي. هاڻي ازدواجي تعلقات بحال ڪندي گهر وسائڻو ناهي، جيڪو نياڻيءَ جي قتل تي سوديبازي ڪري سگهي ٿو اهو منهنجي معصوم ۽ مجبور خواهشن جو به قتل ڪري مجرم بڻجي سگهي ٿو. تنهنڪري مون کي خلع درڪار آهي. خير خلع ته ٿي وئي پر منهنجي ذهن ۾ جعلي ماستر جو انسانيت سوز رويو ڄڻ گردش ڪندو رهيو. معصوم نياڻيءَ جي ڪيفيت ۽ سندس ماءُ جي جذبن جو قدر دل ۾ ويهجي ويو ۽ نا اهل ۽ جعلي ماسترن جي مذموم رويي تي دل تڙپندي رهي.

## ڳوٺ خدا بخش مغيري جو واقعو

ڳوٺ خدابخش مغيري لڳ وڳڻ وڃڻ ٿيو. سفر تان ايندي ٿڪاوٽ جي ڪري ٿورڙي گهڙي آرام ڪري صبح جو ائين وڳي پنهنجي نياڻين زينب ۽ ثوبيہ کي موٽر سائيڪل تي ڳوٺ کان ٻن ڪلوميٽرن جي فاصلي تي واقع پرائيويٽ اسڪول ڇڏي واپس ڳوٺ پهتس. اجان ڳوٺ جي مکيہ گهٽيءَ سان اڃي رهيو هوس تہ ڳوٺ جون ٻہ معصوم نياڻيون منهنجي اچڻ جو ڄڻ انتظار ڪري رهيون هيون، جڏهن مان سندن ويجهي پهتس تہ منجهيل آواز ۾ ڪجهہ چوڻ لڳيون. ٿورو آواز منهنجي ڪنن تي پيو تہ مون موٽر سائيڪل بيهاري انهن جي مٿن تي شفقت وچان هٿ گهمائي پڇيو تہ پٽ! ڇا ٿيون چوڻ چاهيو! تہ روئڻهارڪيون ٿي چوڻ لڳيون تہ چاچا! اسان جو بابا تہ غريب آهي ڳوٺ ۾ موجود چند اميرن جا ٻار تہ روزانو ڪتابن جا ٿيلها کڻي وڳڻ يا لعلورائنڪ شهر پڙهڻ وڃن ٿا پر اسان جي لاءِ نہ ڪتاب آهن ۽ نہ ئي ڳوٺ ۾ ڪو اسڪول آهي جنهن ۾ داخلا وٺي اسين بہ پڙهئون. اهي حقيقت پسندانہ ڳالهيون ٻڌي ڏاڍو دلي صدمو رسيو معصوم نياڻين جا لفظ ڪمان مان نڪتل تير جيان لڳا جن دل تي گهرا گهاوَ ڇڏيا. پنهنجي گهر وڃڻ بدران سڌو انهن جي گهر هليو ويس ۽ سندن پيئرن کي سڏي چوڻ لڳس تہ ادا هن پنهنجي ڳوٺ ۾ تہ سرنديءَ وارا ماڻهو بہ آڱرين تي ڳڻڻ جيترا آهن جيڪي پنهنجي ٻارن کي خانگي اسڪولن ۾ پڙهائن ٿا جيڪڏهن توهان جي پهچ انهن اسڪول تائين ناهي تہ گهٽ ۾ گهٽ سرڪاري اسڪول ۾ ئي پنهنجا ٻار داخل ڪرايو جتي ڪتاب مفت جا آهن ڪا فيس بہ ڪانهي ائين ڪندؤ تہ گهٽ ۾ گهٽ ٻارن جي بنيادي حق جي ادائگي ٿي سگهندي تہ چوڻ لڳا تہ سائين وڪيل صاحب! توهان کي اهو بہ معلوم آهي تہ پنهنجي ڳوٺ جو اسڪول پندرهن سالن کان لاڳيتو بند آهي جنهن جي پگهار مقرر ٿيل ماستر کڻن پيا، ڪوبہ تعليمي ڪامورو اسڪولن جي سار لهڻ وارو ڪونهي، اسڪولن تي مقرر سپروائيزر رشوت وٺي ماسترن کي ڇوٽ ڏين ٿا. تڏهن مجبور ٿي ٻارن کي پنج ڪلوميٽر پري سرڪاري اسڪول ۾ داخلا وٺرائي ڏني پر اتي بجاءِ ٻيو ڪجهہ پڙهائڻ جي ٻارن کي صرف الف انب ۽ ب بلا پڙهايو

ٿو وڃي. ٻہ سال ٿي ويا آهن تہ ٻارن ۾ سڌارو ڪين آيو. هاڻي توهان پاڻ ٻڌايو تہ اسين ڇا ڪيون؟ انهن جي بيحسي تي مون کي بہ ڏاڍو ڏک ٿيو دلي اهنج پهتو. مون ڪين ڇيو تہ اڇو تہ شهر هلي انهيءَ اسڪول جو جائزو وٺون. جڏهن انهيءَ اسڪول ۾ موجود هيڊ ماسٽر صاحب سان مليس جيڪو انتهائي شريف ۽ ملنسار هيو بهرحال ان سان شڪايت عرض ڪري ڇوڙڻ لڳس تہ سائين! ڇا ڳالهہ آهي جو ٻارن جي پڙهائيءَ تي توجهہ نہ ٿو ڏنو وڃي، ورندي ملي تہ سائين اوهان جي شڪايت بجا آهي پر مان ڇا ڪيان! جعلي ماسترن جي ڪري غير معياري تعليم عام ٿي رهي آهي، جعلي ماستر پراڻن تاريخن ۾ آرڊر ڪرائي آيا آهن جن کي سواءِ صحيءَ جي ٻيو ڪجهہ بہ نہ ٿو اچي، اڳي گهر ويٺي پگهارون کڻي رهيا هئا تڏهن اهي لڪيل هوندا هئا پر هينئر سيڪريٽري تعليم ٿوري سختي ڪئي آهي تڏهن اسڪول پيا اچن پر ڪين اچي ڪجهہ بہ نہ ٿو. بس مون کي بہ نوڪري ڪرڻي آهي تڏهن انهن جي رپورٽ مٿي نہ ٿو موڪليان، تعجب بجاءِ مون کي افسوس ٿيو تہ اسان جي قوم اڳتي ڇا ڪنديا جيڪڏهن انهن کي نوڪري ئي وٺي هئي تہ پوءِ ماستر ٿيڻ بجاءِ پوليس ۾ ڇونہ پيا ڇڳاڙ ڪرائين؟ ڇو ماستر بڻجي تعليم کي برباد ٿا ڪن!

## تعليم کاتي ۾ جعلي ڀرتيون ڪيئن ٿيون؟

ان ڳالهہ ۾ ڪو شڪ ناهي تہ بهتر تعليم ئي انساني ڪردار جو اهڃاڻ آهي معياري تعليم جي واپرائڻ سان حسنِ اخلاق جي تعمير ٿئي ٿي ۽ نئون معاشرو وجود ۾ اچي وڃي ٿو جنهن ۾ بهرحال روشن خيال ئي پيدا ٿين ٿا. پر ان جي ابتڙ وري رشوت، خوشامند، سفارش، نا اهلي، حق تلفي ۽ جعلسازي تعليمي سرشتي کي تباهہ ۽ برباد ڪرڻ ۾ بہ ڪا ڪسر ڪانہ ڇڏي ٿي جنهن جي ڪري معاشرو بجاءِ امن ۽ آشنا جو مسڪن ۽ محور هجڻ جي ڏوهارين جو آماجگاهہ بڻجي وڃي ٿو. تنهن ڪري ان طرف هاڪاري ڌيان ڏيڻ ۾ قومن جي نجات ۽ فلاح پوشيده هوندي آهي پر افسوس جو بي ڌياني ۽ غفلت جي ڪري سنڌ جو نهايت اهم شعبو يعني تعليم هن وقت تباهيءَ جي ڪناري تي بيٺل آهي. گهڻن تعليم دانن جي سوچ مطابق سنڌ ۾ تعليمي سرشتو نيست ۽ نابود بڻيل

آهي تنهن ڪري وڏي محنت ۽ اخلاص سان ان شعبي ۾ نئين سر اوسر پيدا ڪرڻ جي اهم ضرورت آهي. باقي عارضي حڪمت عملي ۽ بي ستو جوش ۽ جذبو ترقيءَ جي ضمانت نه ٿو بڻجي سگهي. ڳالهه ته تعليم کاتي ۾ جعلي ڀرتين جي حوالي سان ڪرڻ مقصود آهي سو اهو ذڪر ڪجي ته تعليم کاتي ۾ جعلي ڀرتيون ڪيئن ٿيون؟ موضوع ته ڊگهي بحث ڪرڻ کان پوءِ به تڪميل جي مرحلي ۾ داخل نه ٿو ٿي سگهي تنهنڪري سرسري ۽ مجمل نموني سان بيان ڪجي ته بهتر.

عرض ڪيان ته تعليم کاتي ۾ ضلعي سطح تي بجيٽ ڊپٽي ڪمشنر جي منظوريءَ سان لم سم ۾ ڏني ويندي آهي جنهن ۾ جي پي فنڊ(General Provident Fund)، ريٽائرمينٽ (Retirment)، اسٽيشنري (Stationary)، اسڪالر شپ (Scholorship)، ايس ايم سي فنڊ (School Management Committee Fund) وغيره شامل هوندي آهي، ان کان علاوه ذريعن وٽان اهو به معلوم ٿيو آهي ته تعليم کاتي جي جملي بجيٽ مان هڪ بلين روپيا هوشيار شاگردن جي اسڪالرشپ لاءِ مختص ڪئي ويندي آهي. 1.75 بلين روپيا ايس ايم سي فنڊ لاءِ 1.54 بلين روپيا مفت ڪتابن جي تقسيم لاءِ جڏهن ته 13.30 بلين روپيا سنڌ ايجوڪيشن ريفارمز پروگرام 2 لاءِ رکيا ويا، جيڪي سال پوري ٿيڻ کان اڳ تعليمي ڪامورن ڪاٽي هضم به ڪري ڇڏيا. (ياد رهي ته هي اعداد و شمار سڄي سنڌ جي ضلعن لاءِ آهن. پر هر ضلعي کي آباديءَ سان گڏوگڏ سفارش ۽ اثر و رسوخ جي لحاظ سان حصو ڏنو ويندو آهي ۽ مزي جي ڳالهه ته ڊاڪٽر ارباب غلام رحيم جي دؤر کان وٺي اڄ تائين ان رقم جي ڪا آڊٽ ڪانه ٿي نه ئي آڊٽ جو ڪو شفاف طريقيڪار موجود آهي) تنهن ڪري ان پيسي کي بي دريغ ضايع ڪيو وڃي ٿو ۽ انهيءَ بجيٽ مان ئي جعلي ڀرتيون ڪري ڪوڙيون آءِ ڊيز جاري ڪري پگهارون ڏنيون ويندڙيون آهن ڇوته هاڻي هر ضلعي ۾ لم سم تعليمي بجيٽ مقرر ڪئي ويندي آهي. ڪافي نون ضلعن جو ته اهو حال آهي جو اتان جي اي ڊي او (ايجوڪيشن) فرض ڪيو 50 آرڊر قاعدن ۽ ضابطن مطابق ڪيا ته ان جي ڪوڙي صحيءَ سان ٻيا 500 آرڊر به ڪيا ويندا پر ٽريزري وارن جي ملي ڀڳت ان ۾ شامل ضرور هوندي ڇوته انهن جي ئي رضامندي سان آءِ

ڏيز جاري ٿينديون آهن. جيڪڏهن اي ڊي او (ايجوڪيشن) کي خبر پئي ۽ اهو پنهنجي صحي ڪان انڪاري هوندو تہ اينٽي ڪرپشن جي سرڪل آفيسر سان ملي ان کي هراسان ۽ بليڪ ميل ڪيو ويندو ۽ آخر نتيجو اهو وچي نڪرندو جو اهو اي ڊي او (ايجوڪيشن) مجبوريءَ ۾ اهي آرڊر بہ تسليم ڪندو ڇوتہ سندس جي صحي منظر عام تي اچي چڪي هوندي آهي تنهنڪري انڪار ڪرڻ سان ان جي خلاف جاچ جو دائرو وسيع ٿي وڃڻ جو انديشو هوندو تہ هن ٿي ايترا ڪوڙا آرڊر ڪيا تڏهن هو پنهنجي لاءِ عافيت سمجهي خاموش ٿي ڪم سان ڪم رکڻ کي ترجيح ڏيندو آهي ۽ ڪاٺڻ ڪاراٺڻ تي لهي ايندو آهي.

مذڪوره بجيٽ ڪي هن ريت بہ ڪاٽ لڳايو ويندو آهي جو فرضي نالي سان ڪوڙا سروس بوڪ ٺاهي پيسا ڪيرائي پوءِ ان کي ڦاڙي گم ڪيو ويندو آهي. ڇوتہ آڊٽ ٿيندي ناهي.ٿورو گهڻو رڪارڊ هيو ياد رهي تہ اهو سڀ ڪجهہ ٽريزري ملازمن جي ٿي راضپي سان ممڪن آهي ۽ انهن جي ڳٺ جوڙ ذريعي ٿي-اهو سڀ ڪجهہ عمل ۾ ايندو آهي پر جيڪڏهن هو ايمانداريءَ جو مظاهرو ڪندو ۽ حصو نہ وٺندو تہ ان جي اهڙي جاءِ تي بدلي ڪرائي ويندي جتي ان جي لاءِ پهچڻ ۽ پنهنجي ذميواري احسن نموني سان ادا ڪرڻ بہ ڪنهن اذيت کان گهٽ نہ هوندي! تنهنڪري اهڙو شريف اجير (يعني نوڪري ڪندڙ) بہ ماٺ ڪري ويهندو آهي. سندس بيوسيءَ وچان چوڻ هوندو آهي تہ ادا ڇا ڪيان بس ڪچان تہ ڪافر ٿيان!

ٻي ڳالهہ عرض ڪيان تہ تعليم کاتي ۾ تدريسي ۽ غير تدريسي ملازمن جون آءِ ڊيز ضلعي ٽريزري کاتي کان علاوه اي جي سنڌ وٽ بہ محفوظ هونديون آهن. جڏهن بہ ڪو ملازم ريٽائر ٿيندو آهي يا فطري موت مري ويندو آهي تہ ان جي آءِ ڊي ڳري رشوت عيوض نئين ماڻهوءَ کي لکن ۾ جاري ڪئي ويندي آهي ضلعي ۾ ان جعلي شخص جو اصلي نالو هوندو جيڪو پيهر آءِ ڊي جو حامل آهي پر جيڪڏهن ان جي جاچ ٿئي تہ مٿي اي جي سنڌ جي آفيس ۾ انهيءَ فوٽ ٿيل يا ريٽائر ٿيل استاد جو نالو هوندو پر ان جاچ ۾ ڪو ڪونہ ٿو پوي.

تعليم کاتي اندر جعلي ڀرتين ۾ ڪجهه شين اهميت رکن ٿيون جهڙوڪ ربڙ اسٽيمپ، جعلي صحي، مشابه ڊرافٽ، سيڪريسي (يعني راز کي راز ۾ رکڻ) وغيره انهن شين کي قانوني لغت ۾ جيتوڻيڪ incriminating articles چيو ويندو آهي پر انهن شين کي تقويت ڏيڻ ۽ فعال بڻائڻ ۾ معاونت جي اهم ضرورت به هوندي آهي جنهن لاءِ ٽيچنگ ۽ نان ٽيچنگ اسٽاف جون تنظيمون، ٽريزري ملازم ۽ گهربل ضلعي ۾ موجود اينٽي ڪرپشن يونٽ جو انچارج يا سرڪل آفيسر جو ڪردار به اهم هوندو آهي. شايد ڪو منهنجي ان ڳالهه سان سهمت نه رکي ته جعلي ڀرتين ۾ پيلا سرڪل آفيسر جو ڪهڙو ڪمال ۽ قصور آهي اهو ته ان عمل کان شروع کان آخر تائين مستغني ۽ مستثني هوندو آهي پر عرض ڪندس ته ائين ناهي جڏهن به ڪا بيقاعدگي عمل ۾ ايندي آهي ته پهريان ان ڳالهه جو تعين ڪيو ويندو آهي ته پيلا جيڪڏهن راز فاش ٿئي ته ان جي روڪٿام لاءِ ڪهڙا اپاءَ ورتا ويندا؟ ته جيئن گهربل نتيجن جي برآمدگي ۾ ڪا دقت نه ٿئي؟ تڏهن ان ڪاتي جو ڙاضپو حاصل ڪيو ويندو آهي ها اها هڪ جدا ڳالهه آهي ته پهريان ڪٿي ان جي شموليت ۽ دخوليت ناهي هوندي پر بعد ۾ ان کي راضي رکڻ ۽ آگاهي ڏيڻ وقت جي اهم ضرورت سمجهي ويندي آهي ته جيئن اندر جي ڳالهه اندر ۾ رهي يعني گهر جو گند ڪچرو گهر ۾ ئي ڪنهن هيٺانهين واري جاءِ ۾ پوريل هجي.

ڪڏهن ڪڏهن ائين به ٿيندو آهي ته جعلي ڀرتيون ڪرڻ ۽ هڪ به پگهارون جاري ڪرڻ کان پوءِ به راز فاش ٿيندو آهي پر ان کي به تحفظ ڏيڻ جي حڪمت عملي به پهريان ئي وضع ٿيل هوندي آهي. انهن متاثرين (يعني جعلي ماسترن) کي عدالتِ عاليه ۾ پٽيشن دائر ڪرڻ جو چيو ويندو آهي ۽ انهن جي دفاع ۾ راهه هموار ڪري ڏني ويندي آهي. عدالت وري ان ڳالهه جو تعين ڪندي فيصلو ڏيندي آهي ته انهن کي ڪجهه مهينن جون پگهارون ڇو مليون؟ پي سلپون جاري ٿيون؟ ۽ هاڻي آءِ ڊيز بلاڪ ٿيڻ ڪري سندن پگهارون ڇو بند ڪيون ويون؟ يا وري اهو تعين ڪيو ويندو آهي ته مهانگائيءَ جي هن دؤر ۾ اهي پيلا بيروزگار ڇو ٿين؟ تنهنڪري عدالت پاران انهن جي معاملي کي ڪڏهن ڪڏهن انساني همدرديءَ تحت به Consider/deem ڪيو ويندو آهي، جنهن سان

بهرحال جعل سازيءَ ۾ اضافو ٿيندو آهي ۽ جعلسازيءَ ۾ مهارت رکندڙ گروهه ويتر متحرڪ ۽ دلير ٿي ويندا آهن جنهن جو خاتمو جيتوڻيڪ جو ضروري آهي پر بظاهر مشڪل لڳي رهيو آهي ڇوته ناسور جو علاج پهريان يا بعد ۾ ٿي سگهي ٿو پر ڪينسر ۾ ورتل جي حالت متغير هوندي آهي سو ان جو علاج ناممڪن امر آهي.

افسوس سان لکڻو ٿو پوي ته پهرين نومبر 2014ع جي اخباري رپورٽ مطابق صرف جيڪب آباد ضلعي جا به سؤ کان وڌيڪ پرائمري، مڊل گرلز ۽ بوائز اسڪول بند هجڻ ۽ انهن ۾ مال جا واڙا، گدام ۽ اوطاقون بڻيل هجڻ جو انڪشاف ٿيو هو حالانڪ انهن ۾ تعينات تدريسي ۽ غير تدريسي عملو معمول سان پگهارون کڻڻ ۾ اڳي کان اڳرو آهي. ساڳيو حشر ضلعي ڪشمور ۽ ڪنڌڪوٽ جو به آهي. ڪجهه ڏينهن پهريان ضلعي قمبر شهدادڪوٽ ۾ چار سؤ جي قريب پرائمري، مڊل ۽ هاءِ اسڪول بند هجڻ جي خبر لڳي جتي عملو ته پگهارون کڻي پيو پر ٻارن جي پڙهائيءَ نه پئي ٿئي. جيڪڏهن صرف چار سؤ اسڪولن ۾ تعينات تدريسي ۽ غير تدريسي اسٽاف جي پگهارن جو تخمينو لڳايو وڃي ته سال ۾ اها رقم ڪروڙن ۾ وڃي پهچندي پر سالن کان اسڪول بند هجڻ ڪري ڳوسڙو ماسترن تي ڪا ڪارروائي عمل ۾ نه ٿي اچي. پنجن اٺن سالن کان گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڪبڙ، گورنمنٽ هاءِ اسڪول ڪچي پل ۽ گورنمنٽ هاءِ اسڪول ڪنڌو ته قمبر شهدادڪوٽ ضلعي جا اهي بد نصيب اسڪول آهن جتي مجموعي طور تي ٽنهي اسڪولن ۾ پنج سؤ کان وڌيڪ ٽيچنگ ۽ نان ٽيچنگ اسٽاف مقرر ڏيکاريل آهي شاگردن جا فرضي حاضري رجسٽر ته موجود آهن پر ڪو شاگرد موجود ناهي. گورنمنٽ هاءِ اسڪول ڪنڌو ۾ نان ٽيچنگ اسٽاف جو تعداد ارڙهن آهي جڏهن ته باقي سمورا چاليهه استاد غير قانوني طريقي سان سينارٽي حاصل ڪري ايڇ ايس ٽي (هاءِ اسڪول ٽيچر) بڻيل آهن اسڪول ۾ نالي ماتر ويهه شاگرد خالي هٿين ڪچهريون ڪرڻ اچن ٿا ۽ لکين روپيين جو فنڊ هر سال هڙپ ٿيندو رهي ٿو پر موجوده سيڪريٽري تعليم ۽ وزيرِ تعليم جو نظرِ ڪرم انهن اسڪولن ڏانهن نه ٿو ڪجي حالانڪ آباديءَ جي هوندي اسڪولي عمارتن جو وجود به هيئنر ناڪاره بڻيل آهي. اتي هر سال اسڪول

مينيجمينٽ ڪاميٽي جو فنڊ، اسڪالر شپ، اسٽيشنري بجيٽ کان علاوه پگهارن جي مد ۾ ڪروڙين روپيا ڦٻايا وڃن ٿا پر تعليمي ڪارونهوار هلائڻ وارا ضلعي تعليمي ڪامورا اک ٻوٽ ۾ پورا آهن. ڪو بہ ذميواري کڻڻ جي لاءِ تيار ناهي. هڪ استاد نهايت روئڻهارڪي انداز ۾ مون سان مخاطب ٿي حال اوريو ۽ چوڻ لڳو تہ سائين وڪيل صاحب! اوهين اخباري مضمونن ذريعي تعليم کاتي جي خامين تي لکو ٿا اوهان جي نيت تہ تعليمي اصلاحات آڻڻ آهي پر هاڪاري موٽ ڏيڻ لاءِ ڪو تعليمي ڪامورو سنجيده ناهي. منهنجي پوسٽنگ گورنمنٽ هاءِ اسڪول ڪنڊو ۾ آهي. روزانو لعلوراڻڪ کان ڪنڊو موٽر سائيڪل تي ٽيهہ ڪلوميٽر سفر ڪري ڊيوٽي ڪرڻ ويندو آهيان پر مون کي مسٽ رول تي صحي ڪرڻ ۽ ٻار پڙهائڻ نہ ٿو ڏنو وڃي. هيڊ ماسٽر صاحب چوي پيو تہ تنهنجو پلو ان ۾ آهي تہ گهر ويٺي پگهار کڻ! جي ايندو رهندين تہ توسان اهڙو حشر ٿيندو رهندو. اها ڳالهہ ٻڌي مون کي ڏاڍو دلي صدمو رسيو. مون (راقم الحروف) فون ڪري ڊي او (ايجوڪيشن) سيڪنڊري ۽ هاير سيڪنڊري قمبر شهدادڪوٽ کي فون ڪئي ۽ سموري ڳالهہ سربستو بيان ڪئي جنهن ورندي ڏني تہ اسا اوهين روبرو ملو تہ مسئلو انشآءَ الله حل ڪنداسين. جڏهن ٻئي ڏينهن مون سندس آفيس ۾ حاضري ڀري ۽ نهايت افسوس ۽ ارمان سان ساڳي ڳالهہ ورجائي تہ اها ورندي ملي تہ ادا اهو اسڪول MPA جي قبضي هيٺ آهي ان جو ٿي اتي اثر رسوخ هلي پيو اسان کي مداخلت ڪرڻ جو اختيار هرگز ناهي، تہ مون ٻي ساخت چئي ڏنو تہ باقي اوهان جي ڪهڙي ذميواري آهي؟ جواب مليو تہ ادا وڪيل صاحب! وڌيڪ بحث ڪري مون کي آزمائش ۾ نہ وجهو. اها ڳالهہ تہ صرف ضلعي سطح جي هئي پر سنڌ صوبي ۾ تعليمي شعبي جي رکوالي ۽ نظرباني ڪندڙ محترم وزير تعليم صاحب تہ اهو اعترافي بيان بہ ڀهرين نومبر 2014ع تي سنڌي اخبارن ذريعي جاري فرمايو تہ ماضيءَ جي علمي مرڪز ننڍي جا 800 اسڪول هينئر تائين بہ بند پيل آهن پر اڃا تائين ڪو هڪ بہ ڳوٺاڻو اسڪول کولرائڻ لاءِ درخواست ڪٿي نہ آيو آهي. صاحبِ موصوف جي ان بيان تي تعليم لاءِ درد رکندڙ سڄاڻ ڏرين نهايت افسوس جو اظهار ڪندي چيو تہ جيڪڏهن هن ترقي يافتہ

سائنسي دؤر ۾ بہ اسڪول بند هجڻ جو انڪشاف ٿئي ۽ درخواست نہ ملڻ تائين پاڻ مرادو ترت اصلاحي قدم بہ نہ کنيا وڃن تہ پوءِ اهڙي سنڌي قوم جو ڇا ٿيندو! ڇا اهڙين ڪرڻ سان انهن جو آئيندو روشن ٿيندو! ڇا بنيادي حق مهيا ڪري ڏيڻ رکوالي ڪندڙ جي ذمي نہ ٿي اچي جو سالن تائين درخواست جو انتظار ڪيو وڃي. ڇا درخواست نہ ملي تہ ڪارروائي نہ ڪرڻ نہ ڪرڻ جو قسم نہ ٽوڙيو ويندو. حالانڪ انهن 800 اسڪولن ۾ تعينات گوسڙو ماستر ڇهن سالن کان پگهارون بہ کڻي رهيا آهن، جيڪڏهن وزيرِ تعليم ۽ سيڪريٽري تعليم اهي پگهارون هڪ مهينو بہ پنهنجي کيسي مان ڀرين ها تہ انهن جي دل ۾ درد دکي ها پر سرڪاري خزاني مان پگهارون جاري ٿين ٿيون جيڪو قوم جو پيسو آهي، تڏهن کين احساس ناهي. هڪ تہ جعلي ڀرتين جو وائرس پوري سنڌ خاص طور تي 2004ع ۾ قائم ٿيندڙ ضلعن ۾ پکڙيل آهي جنهن هاڻي وبا جي شڪل اختيار ڪئي آهي. ڪوڙين آئيڊيز جا خالق ۽ ضلعي سطح تي خزاني جا مالڪ پاڻ ۾ گٺ جوڙ ڪيون ويٺا آهن، ڊفرنس بل، جنرل پروويڊنٽ فنڊ، ايس ايم سي فنڊ وغيره ۾ ڪروڙين روپين جون گهوٻيون هر مهيني لڳن ٿيون. حالانڪ جهڙي طرح جعلي ڀرتيون ڪرڻ سان اهليت جو جنازو نڪري وڃي ٿو. اهڙي طرح فنڊ خرد برد ڪرڻ سان وري ادارا تباهہ تي ويندا آهن..

## جعلي ڀرتين جا پيرا ڪيئن کڻجن؟ :

ڪجهہ ڏينهن کان مسلسل اخبارن ۾ اهي ئي خبرون گردش ڪنديون رهيون تہ ڊپٽي سيڪريٽري اسڪولز (ون) محترم دادلو زهراڻي صاحب ضلعي قمبر شهدادڪوٽ جي ڊسٽرڪٽ آفيسر ايجوڪيشن کي ليٽر اماڻي جعلي ڀرتين ۽ جعلي آءِ ڊيز واري معاملي کي سدِ باب ڪرڻ لاءِ 2194 استادن ۽ لوئر اسٽاف جا سروس رڪارڊ طلب ڪيا آهن ۽ ان ئي سلسلي ۾ تدريسي ۽ غير تدريسي ملازمن پنهنجا فائيل سنڌ سيڪريٽريٽ ۾ موجود ڊپٽي سيڪريٽري اسڪولز (ون) وٽ جمع ڪرايا. جمع ڪرايل هر فائيل ۾ ملازمن جي قومي شناختي ڪارڊ جي ڪاپي، اپوائنٽمينٽ آرڊر آفر آرڊر فرسٽ جوائننگ آرڊر ۽ ٻيا

ڪاغذات شامل هئا. جن جي ڇنڊڇاڻ بعد بقول ڊپٽي سيڪريٽري جي سنڌن قسمت جو فيصلو ڪيو ويندو. مطلب ته فائيلن ۾ موجود ڪاغذن جي روشنيءَ ۾ تحقيقات ڪئي ويندي ۽ پوءِ طئي ڪيو ويندو ته ڪهڙو ملازم ڪهڙي نموني سان تعليم کاتي ۾ ڀرتي ٿيو هيو؟ واقعي ان جي ڀرتي جعلي نموني سان ٿي هئي يا صرف الزامن جي زد ۾ اچي ويو؟

ذڪر ڪيل جعلي ڀرتين جا معيار ۽ طور طريقا پنهنجي جاءِ تي پر هڪ طريقو سڀ کان اڳيرو رهيو آهي اهو هي ته جعلي ڀرتين ۾ زياده تر پراڻي تاريخن جا آرڊر ۽ تيار ٿيل سروس بڪ اهميت حاصل ڪري ويئا. فرض ڪيو ڪنهن تعليمي ڪاموري پنهنجي دؤر ۾ ميرٽ تي 100 ڀرتيون ڪيون ۽ ان جي بدلي يا رٽائرمينٽ ٿيڻ کان پوءِ رشوت ۽ ملي ڀڳت ذريعي ان جي ڪوڙي صحيءَ سان انهيءَ تاريخ جا پراڻا آفر آرڊر پراڻي تاريخ ۾ جوائننگ ۽ ان کان پوءِ سروس بڪ ۽ سروس ڪارڊن جو اجراءِ ۽ تنهن کان بعد خزاني آفيس مان خفيه ڪوڊ ۽ پيرول لسٽ ۾ نالا چاڙهڻ جعلي ڀرتين ۾ اضافي جو سبب بڻجن ٿا جن جو پيرو کڻڻ جيتوڻيڪ جو ممڪن آهي پر حالات جي پيشِ نظر گهڻو مشڪل آهي. فرض ڪيو جو قمبر شهدادڪوٽ ضلعو 2004ع ۾ ٺهيو ۽ ان کان پهريان جي تاريخ ۾ جعلسازي ذريعي ڀرتيون ظاهري ڪري بدليون ڪرائي انهيءَ ضلعي ۾ ڊيوٽيون ظاهر ڪيون ويون جيڪي سون ۾ نه بلڪ هزارن ۾ آهن ته اهي عتاب کان رهجي ويندا ڇوته ايتري پراڻي رڪارڊ جي ڇنڊڇاڻ گهٽي ياڳي ٿيندي ناهي جيئن هن پيري سيڪريٽري تعليم پاران پراڻي رڪارڊ پڙتال ۾ شامل نه ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو تڏهن ته مجرماڻي فعل وارا تعليمي ڪامورا، ٽريزري ملازم آپڪا عهديدار گستا ۽ پ ٿ الف جا رهنما بچي ويندا آهن ۽ ائين جعلسازيءَ ۾ تسلسل به قائم رهندو ايندو آهي پر تعليم کاتي ۾ مستقل طور تي جيڪڏهن تفتيش جو شعبو قائم ٿئي ته انهن ڀرتين جو ڪافي حد تائين خاتمو يقيني بڻجي ويندو ۽ ايندڙ وقت ۾ به انهن ڀرتين جي گنجائش نه رهندي پر سنڌ ۾ تعليم جو پلو سوچڻ وارا تمام گهٽ آهن ۽ جيڪي آهن انهن کي اختيار ناهن. تڏهن تفتيشي شعبي ڏانهن ڪنهن جو خيال ئي ناهي.

بهرحال جعلي ڀرتين جي حوالي سان تحقيق ڪرڻ جا مختلف رخ ۽ زاويا موجود آهن. تصديق ٿيل ۽ آزمايل طريقيڪار استعمال ڪجي ته جعلي ڀرتين جا پيرا اصل مجرمن تائين پهچڻ ۾ دير ڪانه لڳندي هڪ مهيني جي اندر هزارين جعلي ڀرتيون نمودا ٿينديون پر هي تعليم کاتو آهي هتي شعبه تفتيش ته آهي ئي نه جو جديد ۽ قديم تفتيشي گر استعمال ڪري اصل نتيجي تائين پهچي وڃجي. بهرحال جيڪو طريقيڪار وضع ڪيو ويو شايد ائين ڪرڻ سان پيرا ڊهي وڃن يا انهن جو رخ مٽجي وڃي؟ ڇوته فائيلون گهرائي پوءِ تحقيق ڪرڻ ۽ ثابت ٿيڻ کان پوءِ انهن جعلي ماسترن ۽ غير تدريسي ملازمن کي منطقي انجام تي پهچائڻ يعني عهدي تان برخاست ڪرڻ خود تعليم کاتي سان مذاق ثابت ٿيندي. ڇوته جڏهن ضلعي قمبر شهدادڪوٽ ۾ هر ملازم جو نالو ۽ آءِ ڊي موجود آهي ته پوءِ لسٽ گهرائڻ جي بجاءِ هر اميدوار جي فائيل ڇو ٿي گهرائي وڃي. ائين ڪرڻ سان ته معاملي کي گهٽي ڊيگهه ملندي تاڻ جو هيءَ صوبائي حڪومت به پنهنجو مدو پورو ڪري نئين عام اينڊڙ چونڊن جي تياري ۾ لڳي ويندي ۽ پوءِ ووٽن وٺڻ جي آسري ۽ لالچ ۾ اها بي سُري جاچ بين خاص جاچن جيان فائيلن ۾ ئي محفوظ ٿي ويندي. جيڪا پيسا ملڻ کان پوءِ ڪلڻ جو نالو نه وٺندي يا ڳري رشوت عيوض ڪنهن گمنام شخص کان باهه ڏياري ويندي جنهن کي پوءِ شارٽ سرڪٽ سببان باهه لڳڻ جو چئي بيان جاري ڪري معاملو گول مول ڪيو ويندو. بهرحال جيڪڏهن جاچ اصولي انداز ۾ مخلصي ۽ ايمانداريءَ سان ڪرڻي آهي ته پوءِ هيٺيان طريقا به اهميت اختيار ڪري سگهن ٿا.

(1) ائين به ٿي سگهي ٿو ته تعليم کاتي ۾ جعلي ڀرتين جي تصديق لاءِ آڊيٽر جنرل سنڌ (A.G Sindh) وٽ موجود آءِ ڊيز (Id's) ذريعي به جاچ وٺي سگهجي ٿي ڇوته اتي هر ملازم جي نالي سان گڏ خفيه ڪوڊ (آءِ ڊي) موجود آهي جيڪڏهن صوبائي دفتر ۾ ڪنهن ملازم جو بيو نالو مليو ۽ پوءِ ان نالي کي گهربل نالي ۽ خفيه ڪوڊ سان ڀيٽايو ويو ۽ جي فرق محسوس ٿيو ته پوءِ ان جعلي ماستر يا ملازم جي پڪڙ آسان آهي. پوءِ شڪ پوڻ تي فائيل گهرائي تفصيلي جاچ ڪئي وڃي ۽ پوءِ ملزم مجرم

ٻڌجي وڃي ته ان کان سموريون پگهارون وصول ڪري ڪيس جيل موڪليو وڃي. قيد ڪاٽڻ کان علاوه جرماني جي سزا به ٻڌائي وڃي ته ايندڙ وقت ۾ خوف جي باعث ڏوهه نه ٿيڻ جو خاطر خواهه فائدو ٿيندو.

(2) سول سرجن سروسز هاسپيٽل ۾ موجود رڪارڊ ذريعي به کوجنا ڪري سگهجي ٿي ڇوته آفر آرڊر ملڻ کان پوءِ جو مرحلو ميڊيڪل فٽنيس جو هوندو آهي جن آفر ليٽر آٽيندڙن کي فٽنيس سرٽيفڪيٽ جاري ڪيا ويا انهن آفر ليٽرز آٽڻ وقت اِن ورڊ (In word) ۽ آئوٽ ورڊ (Out word) ذريعي به اصل ۽ نقل جا پيرا آسانيءَ سان کڻي سگهجن ٿا. اتي موجود آفيس ڪاپي به پيٽائڻ سان به راز کلي سگهجن ٿا ۽ تفتيش هاڪاري انداز ۾ اڳتي وڌي سگهي ٿي ۽ پوءِ نقلي ملازم جي پڪڙ سولائي سان ٿي سگهندي.

(3) ايس ايس پي اسپيشل برانچ جي آفيس فائيل ۾ موجود پوليس رپورٽ ذريعي به کوج لڳائڻ آسان آهي، ڇوته ميڊيڪل فٽنيس سان گڏوگڏ پوليس رپورٽ به پيش ڪرڻي هوندي آهي تنهنڪري هر ملازم جو اتي به رڪارڊ موجود هوندو آهي جيڪڏهن جعلسازي يعني جڳاڙ ذريعي مقرر ٿيو هوندو ته پوءِ اتي به ان جي پيرن جا نشان ڇِٽا ملندا جيڪي مجرم جي نشاندهي لاءِ ڪافي هوندا. جيڪڏهن اتي جاري ٿيل پوليس ويريفڪيشن ليٽر جو آئوٽ ورڊ ناهي ته ملازم جعلي ۽ نقلي آهي تنهنڪري آسانيءَ سان اهو گرفت ۾ اچي ويندو.

(4).ان کان علاوه جن ملازمن کي پگهار جاري ٿيندي آهي انهن جي لسٽ مقرري واري ضلعي جي خزاني آفيس ۾ به موجود هوندي آهي انهيءَ پي رول لسٽ (Pay Roll List) ذريعي به جعلسازي جا ڇِٽا نشان ملي سگهن ٿا پر شرط اهو آهي ته ڪوبه فرد، ڪميٽي يا ادارو انهيءَ تفتيش ۾ سنجيدگي، مخلصي، ايمانداري، وطن دوستي ۽ حب الوطني ڏيکاري تڏهن بهتر نتيجا بروقت برآمد ٿي سگهن ٿا. باقي هرويرو ڪاميٽيون قائم ڪري قوم کي باور ڪرائڻ ته اسين ملڪ ۽ قوم سان سچا آهيون. ان سان ڪجهه به ڪين ورندو.

(علي حسن مغيري، ايڊوڪيٽ)

# اي سنڌ جا سنڌيو! اوهان ڏانهن

### اي سنڌ جا استادؤ!

اوهان پنهنجي سيڪارڻ واري پيغمبري پيشي جي نفي ڪندي سنڌ ۾ تعليم ۽ تدريس جي سرشتي جا جيڪي بخيا اديڙيا آهن، انهيءَ جي سنگينيءَ تي سڄي سنڌ ته ماتم ڪندي رهي آهي، پر زمين ۽ آسمان به هنجون هاريندا هوندا! ماءُ پيءُ پار ڪي عرش تان ڪٽي ڌرتيءَ تي آندو ليڪن اوهان سنڌ جي ٻارن کي ڌرتيءَ تان ڪٽي اونهين کاهين ۾ ڪيرائڻ جو ماحول جوڙيو. اوهان منجهان نه علمن ۾ پڙ ٿيڻ جي سندرتا پيدا ڪئي ۽ نه انهن کي تربيت جي ذريعي مثالي شاگرد بنائڻ جا جتن ڪيا. اوهان هي لفظ ته ٻڌا هئا ته"استاد ٻار کي فرش تان ڪٽي عرش تي پهچائيندو آهي" پر انهن لفظن جي حرمت جو اوهان ۾ ڪڏهن به کهڪاءُ پيدا نه ٿيو.

سنڌ جي غريب عوام بکون ڪاٽي پنهنجن ٻچن کي ڪتابڙا، ڊريسون ۽ ٽيلها هٿن ۾ ڏئي اوهان جي حوالي ڪيو ته اوهان کين پاڙهي سنواري انهن جي غربت لاهڻ جو سهارو بڻائي ڏيندو. هنن پنهنجي سخت غربت جي حالت ۾ اها به قرباني ڏني ته پنهنجن ٻارن کان چائلڊ ليبر

ڪرائڻ بجاءِ اسڪول ۾ اوهان جي حوالي ڪيو ليڪن اوهان پنهنجي نااهليءَ سبب انهن معصوم ٻارن کي بليڪ بورڊ تان ڪجهه اتارا سيکاريا ۽ تربيت ۾ ٽڪ چنبي، گار ۽ موچڙي جون پڙيون ٻڌي سنڌن حوالي ڪيون!

اوهان جون اهي نهيل نڪيل پگهارون، اوهان جي وڏن جي جوڙيل ڪنهن جاگير جي پيداوار مان ڪونه اينديون آهن پر اهي پگهارون اوهان وٽ پڙهڻ لاءِ ايندڙ ٻارن جي انهن غريب پيءُ ماءُ جي ادا ڪيل ان محصول ۽ قيمتي قومي وسيلن مان اينديون آهن جيڪي اهي اٽي لٽي جي خريداريءَ تي بہ 17-سيڪڙو سيلز ٽئڪس جي صورت ۾ حڪومت کي ادا ڪندا آهن. ليڪن اوهان انهن پگهارن جي ڪيتري حق حلالي ڪريو ٿا، تنهن لاءِ اوهان جي ستل ضمير کي سوچڻ جو هوش ڪٿي آهي!

تعليم جو نظام تباهہ آهي، انهيءَ تي ڪي بہ ٻہ رايا ڪونهن. انهيءَ نظام جي تباهيءَ ۾ استاد جو وڏو عمل دخل آهي، ان تي بہ ٻہ رايا ڪونهن. اهو بجا آهي تہ رياست اسان جي سڄڻ ڪانهي ۽ سنڌ اندر تعليم جي تباهي ان ڪي بہ گهربل آهي ليڪن رياست جي انهيءَ خواهش کي پايہ تڪميل تي پڄائڻ ۾ جيڪو اهم ذريعو بڻجي استعمال ٿي رهيا آهيو اهي اوهان استاد آهيو. رياست سسٽم کي ٿائيٽ رکندي آهي سا برابر هتي نظام کي ڍلو رکي ٿي ليڪن اوهان جو ماڻهپو، اوهان جو معتبر ۽ پيغمبري پيشو اوهان جي سنڌيت، اوهان جي ايمانداري ۽ مسلماني، رياست اوهان کان کسي بند ڪري ان تي قلف ڪونہ هڻي ڇڏيا آهن. آخر اهي حيثيتون ۽ رشتا اوهان کي پنهنجي ماڻهن جو سڄڻ ڇو نہ بڻائي سگهيا! انهيءَ ڪري تعليم جي تباهيءَ جي ذميداري ڦري گهري اوهان جي ڪاتي ۾ ٿي اچي

هڪ خدا کي مڃيندڙ جي حيثيت ۾ اها اوهان تي خدائي ذميداري بہ آهي تہ اوهان خدا جي خلق کي پنهنجي ذات جو شعور ڏيو. سنڌن تعليمي ۽ تربيتي ضرورتن ۽ شعوري سگهہ کي ايترو پختو ڪيو جو اهي اهو ڄاڻي وٺن تہ اهي ڪير آهن؟ ڇو پيدا ڪيا ويا آهن؟ ۽ انهن جي

منزل ڇا آهي؟ جڏهن اهي پنهنجي باري ۾ ڄاڻي وٺندا ته پوءِ ڪين پنهنجي خدا جو شعور به حاصل ٿي پوندو. اخلاقي تربيت جي ڪري انهن جي اندر جو انسان بيدار ٿي پوندو. اوهان انهن ۾ اهڙو اخلاقي ڪردار ۽ روحاني قدر بيدار ڪريو جو انهن جي آڏو خدا پرستي ۽ انسان دوستيءَ جو راز ڪلي پوي ۽ زندگيءَ جي ويڳاڻپ ۽ بي مقصديت، بد افعالي ۽ چڙواڳي جو ڪو به سايو به ٿن باقي نه رهي.

جيڪڏهن اوهان استاد پنهنجي ذاتي ڪوشش، عزم ۽ حوصلي کان ڪم وٺي ڄاڪوڙڻ شروع ڪيو ته ماحول ۽ روايتي رجحان اوهان جو رستو روڪي نٿا سگهن.

(1)۔ شاگردن جي تعليمي مهارتن کي سگهارو ڪيو ۽ منجهن دنيا جي تعليمي مقابلي ۾ اچڻ جي قابليت پيدا ڪريو.

(2)۔ پاڻ کي تدريسي ۽ تربيتي ميدان ۾ ايترو ۽ اهڙو پڙ ڪيو جو اوهان جي شاگردن سان گڏ اوهان جي صلاحيتن جو فائدو سڄي سماج کي حاصل ٿئي.

(3)۔ شاگردن لاءِ سندن شخصيت جي تعمير ۾ انهن جا رهنما بڻجو. اهي بشر ڪري پيدا ڪيا ويا آهن، اوهان انهن کي انسان بڻجڻ جي شعور سان سرشار ڪيو.

(4)۔ انهن کي هن ڌرتي ۽ ڌرتيءَ ڄاوڻ سان محبت جو شعور بخشيو.

(5)۔ اوهان کي الله تعاليٰ هيءُ موقعو نصيب ڪيو آهي ته اوهان ان جي ٻانهن کي الله تعاليٰ جي معرفت جو ڏس ڏيو.

ليڪن هيءُ سڀ ڪم تڏهن ڪري سگهندو جڏهن اوهان ۾ پنهنجي زندگيءَ ۾ هڪ اعليٰ مقصد سان وابسته هئڻ جو شعور ۽ ديوانگي پيدا ٿيندي. قدرت جو هيءُ اصول آهي ته خير جي ڪم ۾ اوهان جيتري اڳڀرائي ڪندا اوترو صلو وصول ٿيندو. اوهان چڱائيءَ جي رستي تي هلي ته ڏسو پوءِ اوهان جون پنهنجون قابليتون به اوهان کي موثر ۽ سگهاريون بنائڻ مسئلو نه رهنديون ۽ اوهان جي شاگردن جي تعليم ۽ تربيت جا بهتر نتيجا پڻ سامهون اچڻ شروع ٿي ويندا.

**اي سنڌ جا شاگردؤ!**

ڪو دور هو جو اوهان شاگرد پاڻ کي سنڌي سماج جو هڪ ذميوار ۽ باشعور حصو سمجهندا هئا. اوهان جون ڏڙڪنون سنڌي ماڻهن جي ڏڙڪنن کان الڳ نہ هيون ۽ جڏهن سنڌي ماڻهن جي جيئدان ڪي سوڙهو ڪري ساهہ منجهايو ويندو هو تہ ان مونجهہ ۽ گهٽ جو ڪرب محسوس ڪري اوهان جا وجود بيتاب ٿي پوندا هئا ۽ پوءِ اوهان جي باغياڻي اٿل ظالمن ۽ غاصبن کي ڏهڪائي وجهندي هئي. ون يونٽ جي ذريعي سنڌين جي سڄاڻپ کي نهوڙڻ جي ڪوشش ڪئي وئي تہ اوهان پاڻ کي بي خود ڪري پنهنجي قومي بقا جي لاءِ ديوانا بڻجي پيا ۽ اوهان جي انهيءَ ديوانگيءَ هن قوم کي ون يونٽ جي ڏنڀا ڀيڙين کان نجات ڏياري. ٻوليءَ جي مسئلن تي بہ اوهان پاڻ کي سڀ کان ڀهريان سماج جو حصو ۽ پوءِ شاگرد سمجهيو.

اي سنڌ جا شاگردؤ!

اوهان اعليٰ تعليم جي حاصلات جي لاءِ شهر اچي وسايا يا تعليمي ادارن جون هاسٽلون اچي آباد ڪيون. ائين اوهان پنهنجي Roots کان ڪٽجي ويا. اوهان کي بدليل ماحول ۾ پنهنجي مٽيءَ سان، پنهنجي ماڻهن سان ۽ ڌرتي ڄاون سان پنهنجي نسبت قائم رکڻ جا محرڪ ڳولڻا هئا، ليڪن شهر ۽ شهري تعليمي ڪلچر ۾ اشرافيہ اسٽينڊرڊ جي چمڪ دمڪ اوهان کي هرڪائي وڌو. ائين اوهان جي ماڻهپي کي، اوهان جي روح ۽ قلب کي پنهنجن سان گڏ ڏڙڪڻ جو جيڪو اطمينان حاصل هو ان جون لڪيرون جيئن پوءِ تيئن ڏنڌلائبيون ويون ۽ اوهان کي ان جو احساس ئي نہ رهيو.

اي سنڌ جا شاگردؤ!

اوهان کي پنهنجي ڌرتيءَ جي بقا ۽ آجپي جي لاءِ هڪ وڏي اجتماعي ڪردار جي ادائيگيءَ سان ۽ پنهنجي ذات ۽ شخصيت جي تعمير سان اڳتي وڌڻو آهي. اوهان جي لاءِ قومي بقا جي جنگ ۾ ڪيترائي محاذ آهن. قابليتن ۽ مهارتن کي پڙ بنائڻ جو محاذ آهي، مسابقت ۽ مقابلي جي ڊوڙ ۾ شريڪ ٿي پنهنجي حقن جي حاصلات ۽

دفاع جو محاذ آهي. پنهنجي شاگرد برادريءَ ۾ جاڳرتا جي سرگرمين، اجتماعيت جي جذبي ۽ مزاحمت جي عزم کي سرگرم رکڻ جو محاذ آهي. پنهنجي ڌرتي تي ٿيندڙ ناانصافين ۽ پنهنجي قوم کي پانت پانت جي غلامين کان آزاد ڪرڻ جي سرگرمين جو محاذ آهي. انهن سيني محاذن تي پنهنجي سگهاري عملي ڪردار جي صورت صرف هيءَ آهي ته اسان پنهنجي شخصيت جي تعمير لاءِ پنهنجي روين ۽ طريقن تي نظر ثاني ڪريون، ذهني ۽ سياسي مريديءَ جي سنگهرن مان پاڻ کي آجو ڪريون. اسان جي خلقڻهار اسان کي آزاد راهه جي انتخاب جو حق ڏنو آهي، اسان کي تخليق جي صلاحيت ڏني آهي ۽ اسان کي خودشعوريءَ جو متانهو رتبو ڏنو آهي. اهي ئي انسان جون امتيازي خاصيتون آهن. اسان خلقڻهار جي ڏنل انهن خاصيتن کي پنهنجي لاءِ سعادت ۽ شرف بڻايون. پنهنجو احتساب ڪريون ۽ پاڻ کي پنهنجي خلقڻهار جي بڌايل ضابطن جو پابند بڻائي هڪ طرف تخليقي مقصدن کي سجايو ڪريون ۽ ٻئي طرف پنهنجي سماج سان پنهنجي عملي ۽ غير مشروط سچائپ جو پختو ۽ نڪور شعور حاصل ڪريون.

اوهان سنڌ ۾ ابراهيمي دين جي پنج هزار ساله اسلامي اصولن ۽ ضابطن کي عوام جي ذهنن ۽ قلبن تائين رسائي هتي ماڻهپي، امن ۽ سک سلامتيءَ جو مانداڻ مچائي ورتو هو. اوهين صدين کان انهن ديني روايتن جو تسلسل آهيو ۽ جڏهن حضرت محمد ﷺ دين اسلام سان انسانيت کي فلاح ۽ آجپي جو عالمگير پروگرام ڏنو ته اوهان ان وقت به انهيءَ پيغام کي اکين تي رکيو. اوهان ان عالمگير پيغامِ هدايت جون هتي علمي روايتون قائم رکيون ۽ هتان جي ماڻهن کي ايمان، دعوت ۽ جدوجهد جي لڙيءَ ۾ پوئي رکيو. اوهان جي علم ۽ عمل سان لڳاءَ ۽ جذبي سبب پيغمبر اسلام به چئي ڇڏيو هو ته "مون کي هند ۽ سنڌ کان سڳنڌ هير اچي ٿي."

اوهان منصوري کان وٺي مهر ڳڙهه تائين ۽ ٺٽي کان وٺي ڳڙهي ياسين تائين سنڌ ۾ علم ۽ فضل جا مرڪز، مڪتب ۽ مدرسا ڦهلائي ڇڏيا ۽ هر طرف علم ۽ فڪر جي جهونگار ٻڌڻ ۾ پئي آئي. سنڌ تي جڏهن به غنيمن حملو ڪيو ته اوهان ڌرتيءَ جي فرزندگيءَ جو حق نباهيو.

اوهان گهاٽيءَ ۾ پيڙهجڻ منظور ڪيو پر ڏارئي اقتدار جي قبضي کي تسليم نه ڪيو. اوهان ويڙهه جي ميدانن ۾ شهادت جي رتبن کي سيني سان لڳايو پر ڏارئي اقتدار جي سرپرستيءَ ۾ ديش دروهين جي ٻاران سنڌ جي عوام لاءِ زمين جي مالڪيءَ جي حق کان دستبرداريءَ نه ڪئي. حر تحريڪ جهڙي دنيا جي نرالي گوريلا ويڙهه کي جنم ڏئي اڏ دنيا تي اقتدار جو تسلط رکندڙ گوري انگريز جون وايون بتال ڪري ڇڏيون. ريشمي رومال تحريڪ ۾ انگريزن جي عالمي اقتدار لاءِ سخت مشڪلاتون پيدا ڪرڻ ۾ اوهان جي جدوجهد ڪنهن کان ڳجهي ڪونهي.

اوهان کي، نبين جي سلسلي بند ٿيڻ کانپوءِ قرآن جي ڪامل هدايت تي انسانن جي تعليمي رهبريءَ جي ذميداري سونپي وئي ليڪن اوهان پنهنجي ذات (مُلائيت) کي هدايت ۽ رهنمائيءَ جو سرچشمو بنائي انسانن جي تقليدي رهبري ڪئي. قرآن، يهودين جي عالمن ۽ مشائخن مٿان ڦٽڪار ڪئي ته انهن پاڻ کي احبار ۽ رهبان بڻائي يهودين کي پنهنجي پنيان هلائڻ شروع ڪيو! ليڪن هينئر اوهان مان اڪثريت ساڳيو ئي طريقو اختيار ڪري ورتو آهي. نتيجي ۾ عوام ذهني طور تي اوهان جو غلام آهي ۽ ملتِ واحده جي بجاءِ اوهان جي فرقيوارانه طور طريقن تي اوهان جي خواهشن ۽ مرضيءَ جو غلام آهي.

**اي سنڌ جا عالمو!**

اوهان رڳو هيٺيان چند عمل اختيار ڪيو ته هن قوم جي مسيحائيءَ جا رستا کلي پوندا:

1. فرقيواريت جا طريقا ڇڏي، پاڻ کي قرآن مجيد جي عالمگير هدايت ۽ قرآن واري سماجي شعور جي رهبريءَ هيٺ آڻيو.
2. انساني مرتبن جي بلنديءَ ۽ انساني آزادين کي پائدار بنائڻ جي لاءِ حضرت محمد ڪريم ﷺ جي اتباع سنت ۾ پنهنجي اندر بيتابي ۽ تڙپ پيدا ڪيو.
3. توحيد جي ربوبيت، حاڪميت ۽ معبوديت واري فڪر سان ماڻهن جي سماجي، فڪري ۽ اخلاقي ڀلائيءَ جو شعور عام ڪيو.

4. ايمان، دعوت ۽ جهاد قرآن جي تعليم جو خلاصو آهن. ايمان ساڻ الله تعاليٰ جي معرفت، دعوت سان ستل انساني صلاحيتن جي بيداري ۽ جهاد سان ڌرتي تي فلاحي معاشري جو مقصد حاصل ڪريو.
5. پنهنجي علمي ۽ شخصي غرور کي ڇڏي اجتماعي ڌارا ۾ شامل ٿي پاڻ ۾ سماج جي تبديليءَ جي ديوانگي پيدا ڪريو.
6. سنڌ جي عظيم علمي روايتن کي سلهاڙي پنهنجي محبت جو محور مظلوم عوام ۽ انهن جي خوشين کي بڻايو.

اوهان جو مرتبو ۽ اوهان جي ذميدارانه حيثيت هنن وڏن ڪمن سان آهي. اوهان پنهنجي لاءِ بلند فڪري، بلند حوصلگي ۽ بلند عمليت جو انتخاب ڪري پنهنجي ذميدارانه منصب جي تڪميل ڪيو. جڏهن اوهان عظمتن جي هن واٽ جو انتخاب ڪندؤ ته پوءِ پڪ سان اوهان ۾ واقعي ان حيثيت ۽ ذميداريءَ جو درياهه موجزن ٿيندو جنهن جي قرآن مجيد شاهدي ڏني آهي ته حق جي واٽ جا "عالم الله جي خشيت سان معمور هوندا آهن."

## اي ديده ورو، اي دانشورو!

اوهان ماضي پرستيءَ جي فضول روايتن کي اکيون ٻوٽي قوم جي مٿان مسلط ڪري ڇڏيو: اسين موهن جي دڙي جا وارث! اسين پٿر جي دور کان وٺي عظيم، دنيا جي سيني قومن کان عظيم! دنيا جي سيني کان وڏي ادبي تنظيم به اسان وٽ، دنيا جو ڏکي ۾ ڏکو ماڻهو به اسان وٽ؛ دنيا جو وڏي ۾ وڏو قبرستان به اسانجي سنڌ ۾... اسين عظيم، اسين عظيم، اسين قديم! دنيا جي سيني قومن کان برتريءَ جي اهڙي مهم جوئيءَ اوهان کي ڪڏهن هيءَ سوچڻ جو موقعو به نه ڏنو ته بحيثيت قوم جي ماضيءَ ۾ اسان کان ڪي غلطيون به ٿيون آهن. اسان جون ڪي اجتماعي ڪوتاهيون به آهن جيڪي روڳ بڻجي اسان جي مرحليوار بدحاليءَ جو ڪارڻ بڻيون آهن.

اوهان پنهنجي ڏاهپ ۽ شعور جي بنيادن ۾ پنهنجي خلقڻهار کي پنهنجو ساٿي ۽ شريڪ نه بڻايو. اوهان پنهنجي خلقڻهار جي بخشيل انهيءَ سمجهه ۽ عطا کان پاڻ کي محروم رکيو جيڪا هن پنهنجي تڙپندڙ

بندن جي لاءِ همت ۽ عظمت جي طور تي انسان جي تحت الشعور ۾ محفوظ رکي آهي. نتيجي ۾ اوهان جي، پنهنجي ماڻهن ۽ پنهنجي ڌرتيءَ سان وابستگي، تڙپ ۽ جستجو انهيءَ منزل تي ئي نہ رسي سگهي جو اوهان ۾ سماج جي لاءِ سچڻ ۽ سڌارڪ هئڻ جي ديوانگي پيدا ٿي پوي. اهڙي امنگ ۽ ارپنا جيڪا هزارين سالن کان سماج جي سچڻن ۽ سڌارڪن جو مرڪ رهي آهي. اهڙي ديوانگي جيڪا انسانيت جي ڪمن لاءِ انهن کي بيخود بڻائي رکندي هئي. اهڙي ديوانگي جنهن حق ۽ سچ جي ساٿ لاءِ سقراط کان زهر جو پيالو پيارايو. اهڙي بيتابي جنهن پنهنجي مشن جي تڪميل لاءِ حضرت عيسيٰ ع کي صليب تي پهچائي ڇڏيو اهڙي امنگ جنهن انسانيت کي اعليٰ قدرن ۽ فلاحي معاشري کان سرفراز ڪرڻ جي ذميداريءَ ۾ حضرت محمد ﷺ کي طائف جي بازارين ۾ پٿر کارايا . اهڙي حوالگي جنهن ملوڪيت ۽ آمريت کي چئلينج جي ڪري عوام جي بنيادي حقن جي تحفظ لاءِ منصور بن حلاج کي تختہ دار تي پهچايو هو. اهڙي وابستگي جنهن ڌارين جي تسلط لاءِ للڪار بڻجي مخدوم بلاول کي گهاڻي ۾ پيڙايو هو. اهڙي قرباني جنهن هن ڌرتيءَ جي مظلوم ۽ پيڙهيل هارين کي پنهنجو حق ڏيارڻ لاءِ شاهہ عنايت کي شهادت جي مرتبي تي فائز ڪرايو.

**اي اسان جا اديبو!**

هيستائين پُل جي هيٺان گهڻو پاڻي وهي چڪو آهي ۽ اسين بحيثيت قوم فيصلہ ڪن صورتحال تي بيٺل آهيون. اهڙي وقت دنيا جي قومن طرفان پنهنجي آجپي لاءِ ڪيل ڪامياب جدوجهد کي نظر ۾ رکندي اسان پاڻ بدلائڻ جو عزم ڪيون. ٿهاري جهالت ۽ ظالماڻي غلاميءَ جي سنگهرن ۾ قاتل ماڻهن کي اڪاري ڪيڻ جي لاءِ جنهن انقلاب ۽ جاڪوڙ جي ضرورت آهي، ان لاءِ اسان کي سٺ سالن جون هٺ ڌرميون، ضديتون ۽ انائون ڇڏڻيون پونديون. اسان کي رسمي ادبي طريقن ۽ نالي جي دانشوريءَ جي رينگت کي ڇڏي هڪ وڏي سماجي ۽ سياسي تبديليءَ جا بنياد وجهڻا پوندا. انهيءَ جي لاءِ فوري پيشرفت هيءَ آهي تہ اسان ماضيءَ جي غلطين ۽ ناڪامين جو اعتراف ڪري پاڻ بدلايون ۽ پاڻ ۾

ترقي پسند خود شعوري پيدا ڪريون. اسان صدين کان سماج جي تبديليءَ جي لاءِ پتوڙيندڙ عملي سماج سڌارڪن ۽ مذهبن جي باني جي واٽ ونون. ظلم، توهم پرستي ۽ پستيءَ جي خاتمي لاءِ آخري پيغمبر محسن انسانيت حضرت محمد ﷺ جي تبديليءَ واري طريقي کي پنهنجي لاءِ مثال بڻايون.

انهيءَ عمل سان اسين نہ صرف انسانيت جي لاءِ ابدي هدايت ۽ رهنمائي جي سلسلي سان جڙي تبديليءَ جي نون امڪانن کي تخليق ڪري وٺنداسون بلڪ مسخ ٿيل مذهبيت جي انهن ڪروڌن کان بہ پنهنجي ماڻهن کي آجو ڪري وٺنداسين، جيڪا ايامن کان ڪين پٺتڪائي سنڌن سورن جو ڪارڻ بڻجندي رهي آهي.

اي سنڌ جا اديبو ۽ دانشورؤ!

اوهان پاڻ بدلجڻ جو عهد ڪريو ۽ صرف هي پنج ڳالهيون نياڻڻ جو عهد ڪريو. پوءِ ڏسو تہ تبديليءَ جا سوين امڪان ڪيئن ٿا تخليق ٿين:

1. پنهنجي زندگي هڪ چٽي ۽ اعليٰ مقصد هيٺ گذارڻ جو عزم ڪريو ۽ سماج جي ڀلي لاءِ پنهنجي اندر مثالي ماڻهن واري ارپنا ۽ ديوانگي پيدا ڪريو.
2. اجاين بحثن ۽ تنقيد کي ڇڏي ترقي پسند خود شعوري ۽ عملي ڪردار سان تبديليءَ جي واٽ ونو ۽ پنهنجي چوڌاري بگڙيل ادارن کي سنوارڻ ۽ نون ادارن جي قيام جو ذمو کڻو.
3. سائنس، فلسفي ۽ رياضيءَ کي پنهنجي علمي ترقيءَ جو بنياد بڻائي عوام جي صلاحيتن ۽ مهارتن کي سگهاري ڪرڻ جون گهڻ رخيون ڪوششون ڪريو.
4. انسان، ڌرتي ۽ خلقڻهار کي فڪر جو محرڪ بڻائي، پنهنجي ماڻهن ۽ ڌرتيءَ لاءِ ذميداراڻي ڪردار کي يقيني بڻايو.
5. يڪتائيءَ جي بڌايل فڪري واٽ تي دلين ۾ تبديليءَ جي چٽنگ ٻاري سنڌ جي ماڻهن جي ڪردار جي پختگي، اجتماعيت جي سوچ ۽ مزاحمت جي طريقن کي سگهارو ڪيو.

اوهان سڄي انساني تاريخ جو گهرو مطالعو ڪري ڏسو! جنهن به دور ۾ اتان جي صاحبان علم ۽ دانش پنهنجو ڪردار ادا ڪيو آهي ته انهن پنهنجي روشن فڪريءَ سان مٿين ڳالهين ذريعي پنهنجي سماج کي واقعي تبديل ڪري ڏيکاريو آهي. جڏهن اوهان ان تبديليءَ جي واٽ جا پانڌيئڙا بڻبو ته ان وقت اطمينان جي انهيءَ عظيم حاصلات کي اوهان به حاصل ڪري وٺندو جيڪا انقلاب فرانس جي ڪاميابيءَ کي اکين سان ڏسي ڪائنات کي حاصل ٿي هئي ۽ هن انقلاب جي ڪاميابيءَ جي خبر ٻڌنڌي چيو هيو ته"منهنجا خلقڻهار! منهنجي اکين تنهنجي عطا ڪيل نجات جو منظر ڏسي ورتو آهي ۽ هاڻي پنهنجي هن بندي کي سرخروئي سان پنهنجي بارگاهه ۾ حاضر ٿيڻ جو موقعو عطا ڪر!"

## اي سنڌ جا سياسي ۽ سماجي ورڪرؤ!

اوهان روزانو صبح جي اخبارن ۾ سنڌ جي غريب نياڻين ۽ ابهم معصوم ٻارڙن جي عصمتن جي پائمالي جون خبرون پڙهو ٿا، اوهان جي معلومات ۾ اضافو ٿئي ٿو. انتقام، ڪوڙي غيرت ۽ قبيلائي انائن جي ور چڙهيل خونن سان ڪيترن نياڻين ۽ ابهم ٻارن جي يتيمي ۽ عورتن جي بيواهگي پڙهو ٿا، اوهان جي خبريت پڇتي ٿئي ٿي. ڏاڍن جي ظلم ۽ ستم جي نتيجي ۾ ڪمزورن جي ڪرب جون خبرون به اوهان پڙهو ٿا، اهي به انهن ماڻهن جي بدقسمتيءَ جو روڳ سمجهي نظر انداز ڪري ڇڏيو ٿا. وحشت پٽي جي سنگين ترين واقعن تي به اوهان جي پاران مجلس ۾ ان وقت تي رسمي ڏک جي اظهار بازي ٿئي ٿي ۽ وڌ ۾ وڌ اوهان جي سرگرمي اها آهي جو ڏک جي ان وچايل تڏي تي وڃي پنهنجي همدرديءَ جو اظهار ڪري موٽي اچو ٿا. اهو سالن کان ٿيندو پيو اچي پر اوهان جو ردعمل فيصلہ ڪن مرحلي تائين نٿو پهچي. اوهان جي اندر جيڪڏهن عوام لاءِ درد ۽ ڪرب جي ڪابه چڻنگ دکندڙ آهي ته سالن پڇاڻان به اها شعلو ۽ جوالا مکي نه بڻجي سگهي آهي. نتيجي ۾ نه نياڻين ۽ ابهم ٻارڙن جي عصمتن جي سوداگرن کي ان جوالا مکيءَ جو تاءُ ساڙي سگهيو ۽ نه ظلم ۽ ڏاڍ جي سرڪش پيشه ورن جو گهيراءُ ٿي سگهيو. وياج خورن جا ڪتڪ سنڌين جي غربت بيوسي ۽ حال هيڻائيءَ جو ناجائز فائدو وٺي وڏي

آزاديءَ سان خاندانن جا خاندان تباهہ ڪندا رهيا پر انهن ڪي سچي ڌرتيءَ تي ڪوبہ عبرتناڪ چئلينج سامهون ڪونہ آيو. انسانيت جا دشمن زندگي بچائيندڙ دوائن ۾ جعل سازيءَ کان وٺي زندگيءَ جي سيني شعبن ۾ اسان جي ماڻهن سان دوکيبازيون، فراڊ ۽ انياءَ ڪندا رهيا، سي سڀ جو سڀ آرام سان انهن کي ڀنڊا رهيا ليڪن انهن کي هن ڌرتيءَ تي پنجن يا پنجاهہ ماڻهن جي پاران عبرتناڪ انجام جو ڪوبہ ردعمل سامهون نہ آيو. ائين ڌرتيءَ جو هي خطو هڪ طرف غريبن ۽ ڪمزورن جي لاءِ بيوسي ۽ ڪربناڪي جي ڪربلا بڻجي ويو ۽ ٻئي طرف لوفرن، ظالمن ۽ استحصالين جو آماجگاهہ بڻجي ويو. رياست کي اسان جي تباهيءَ لاءِ اهڙي سماجي ابتري گهربل هئي، سا ان باهہ تي تيل هاريندي رهي ۽ اسان ان سماج کي وڪوڙيل خطرناڪيءَ جي احساس کان بہ غافل ٿيندا وياسون.

جنهن بستيءَ ۾ ويلن جا ويلا ڪيترن گهرن ۾ ڪُني ڪونہ چڙهي، انهن گهرن جا معصوم ماني ڳيي لاءِ رڙندا پنهنجي مائرن جي روحن کي ضربيندا رهيا. پنهنجي ڀينرن جي دلين کي پچرائيندا رهيا. انهيءَ بستيءَ جي هوند وارن ماڻهن تي ڇا گذرندو جن پيشرفت ۽ پيشقدمي ڪري در در تي وڃي پنهنجي بستيءَ جي بکين ۽ ڏکين جو حال معلوم نہ ڪيو ۽ انهن جي درد ۽ ڪُرب کي ختم ڪرڻ جو بندوبست نہ ڪيو هوندو! قدرت جي قانونن کي اوهان ڪڏهن ان جي موڪليل ڪتابن ۾ پڙهي ڏٺو آهي تہ اهي ڪيئن ماڻهن جي عملن ۽ بي عملين جي محاسبي ۾ ماڻهوءَ جي چوڏاري ڦرندا رهندا آهن ۽ پنهنجي گرفت ۾ آڻي حساب چڪائيندا رهندا آهن.

اوهان سياسي ۽ سماجي ورڪرن کي پنهنجون سياسي ۽ سماجي سرگرميون پارٽ ٽائيم مشغلي جي بجاءِ پنهنجي زندگيءَ جي پهرين ترجيح بڻائڻي آهي. بيشڪ ان سان اوهان جي پنهنجي ذاتي سوشل زندگي قربانيءَ جي نذر ٿي ويندي پر ان طريقي سان ئي اوهان کي هن دردمنديءَ جي ديس جي ماڻهن تان ڪين وڪوڙيل بيوسي ۽ غلاميءَ جي نتيجي ۾ دوکن ۽ سورن جا غلافن مٿان غلاف هٽائڻا آهن. اوهان کي هن

ڏرتي جي انهن امڙين جي روحن کي ان ڪرب جي ضرب کان بچائڻ جي ذميواري سپرد ٿيل آهي جن جي ڳڀرو اولاد اميدن ۽ سهاري جي آشا بڻجڻ جي بجاءِ زنده ۽ مرده لاشن جي صورت ۾ انهن جي اڳيان اچڻ مقدر بڻجي وئي آهي. اوهان کي انهن ڀينرن جي دلين کي ڌڪڪاءَ ۽ مصيبتن مان گذرڻ جي امڪانن کي ختم ڪرڻو آهي، جيڪي جهالت ۽ نشي جي ور چڙهيل جوان ڀائرن جي الفتن ۽ شفقتن جي هوند کان ٿي بي خبر ٿينديون وڃن ٿيون. اوهان جي مٿان هن ڌرتيءَ جي ماڻهن جي ڀٽي ذميداري آهي جو رياست جي سچٽائپ واري فرض ادائگي به اوهان کي نباهڻي آهي ۽ انساني، قومي ۽ ديني تعلق جي فرض ادائگيءَ جو به اوهان جي مٿان بار آهي. اهڙي طرح اوهان جي سماجي ڀلائي وارو عمل نه صرف سڄي بستيءَ جي ماڻهن کي امان ۾ رکندو پر ٻين ماڻهن کي به اوهان اجتماعي مڪافات عمل جي سزائن کان بچائڻ جو ڪارڻ بڻبو.

اوهان جي جيتري موثر ۽ منظم سرگرمي هوندي، اوهان اوتري گهڻ مقصدي نتيجن کي حاصل ڪري سگهندو. اوهان جي زندگيءَ کي هڪ نصب العين ۽ هڪ اطمينان حاصل ٿيندو ۽ اهي ٻئي شيون ماڻهوءَ جي بامقصد زندگي ۽ آخرت ۾ مالڪ جي حضور ۾ حاضريءَ جي لاءِ وڏو سرمايو آهن.

هيءَ ڪيڏي نه بدقسمتيءَ جي ڳالهه آهي جو ڪنهن به قوم جي چونڊ پڙهيلن جي اڪثريت، زندگيءَ جي باري ۾ ڪنهن به نصب العين کان عاري هجي، اها ڌرتيءَ جي درد ۽ ڪرب کان بي نياز هجي ۽ انسانن جي آجپي ۽ فلاح جي اجتماعي ڪوشش کان ڪٽيل ۽ لاتعلق هجي ۽ سندن زندگيءَ جو سڄو مقصد عيش عشرت ۽ آرام واري زندگي هجي. نئين ماڊل جي ڪار ڊرائنگ روم جي سجاوٽ وارو ڪشادو گهر ۽ تمام مهانگي فيس وارن تعليمي ادارن ۾ سندن ٻارن جي پڙهائي زندگيءَ جي ڪل حاصلات هجي.

هن دنيا ۾ اوهانجو دولت ڪمائڻ جو خيال ملعون ڪونهي، ليڪن اوهان کي جيتري دولت گهرجي ٿي ۽ جنهن اسٽينڊرڊ تي پنهنجي زندگيءَ کي بيهارڻ گهرو ٿا، ان جي حاصلات لاءِ اوهان جي پروفيشن جي

چوڻ غلط آهي. اوهان ڊاڪٽر، وڪيل، انجنيئر ۽ استاد بڻجي جڏهن عيش ۽ آرام پسنديءَ جي لامحدود ۽ بي ڪنار زندگيءَ کي ٽارگيٽ بڻايو ٿا تہ اوهان جا مريض، اوهان جا ڪلائينٽ، اوهان جا وزيٽر ۽ اوهان جا ڌرتيءَ ڄاوا بيحد پوڙهائن مان گذرن ٿا.

اوهان مان ڪيترا ڊاڪٽر آهن جيڪي سرڪاري اسپتالن ۾ انساني خدمات جي اهم ڊيوٽيءَ جا چور آهن. سنڌ جا ويچارا غريب ماڻهو غربت جي ڪري جڏهن سرڪاري اسپتالن جو منهن ڪن تہ اتي اُنهن ڊاڪٽر جي عدم دستيابي ۽ علاج توڙي دوائن جي اڻهوند جي ڪري اهنجن ۽ تڪليفن مان گذرن. اوهان پنهنجي معتبر حيثيت جي ڪري دوائن ۽ سهولتن جي سرڪاري رسد گهٽ هئڻ جي صورت ۾ پنهنجي چوڌاري هوند وارن کان انهن سهولتن لاءِ مدد وٺي سگهيا ٿي، ليڪن اوهان جي غرضن ۽ مطلب پرستيءَ اوهان کي اهڙين عظيم چڱاين جي سوچ کان محروم ڪري ڇڏيو. اوهان جو ماڻهپو اوهان جو ايمان ۽ اوهان جي مريادا مان ڪا هڪ بہ خوبي زنده نہ هئي جيڪا اوهان کي پنهنجي ڌرتيءَ ڄاون مجبور ۽ بيڪس ماڻهن سان پنهنجي غير مشروط محبتن جي ذريعي ڳنڍي سگهي. ۽ اوهان کان عظيم مقصدن جي لاءِ ڪي مهم جوئيون ڪرائي سگهي.

### اي سنڌ جا وڪيلؤ!

اوهان کي ماڻهن جي بنيادي انساني حقن ۽ انهن جي حاصلات جي جيتري ڄاڻ آهي، اوهان ان ڄاڻ جو مجموعي طرح سنڌي سماج کي فائدو ڪونہ رسائي سگهيا آهيو. اوهان مان جيڪي وڏا ۽ ناليوارا وڪيل آهن انهن ڪڏهن بہ سنڌ ۾ وڪيلن جو اهڙو سنڊيڪيٽ ڪونہ جوڙيو آهي جيڪو سماج جي ڏاڍن ۽ ظالمن هٿان ظلم جو شڪار ٿيندڙن جي دادرسي ڪري سگهي. سنڌ ۾ ڪنهن وڏي قانوني سهائتا جو عمل پنهنجي جاءِ تي پر اوهان مان ڪنهن انصار برنيءَ جيتري قانوني سهائتا جو عمل بہ ڪونہ ڪري ڏيکاريو آهي. اوهان مان وڏن وڪيلن کي ساڳيو ئي پروفيشلز وارو وڏماڻهپ، طبقاتي برتري ۽ عياشيءَ واري زندگيءَ جو وائرس وچڙيل آهي. ان طبقاتي برتريءَ واري عياشيءَ جي زندگيءَ جي

حاصلات لاءِ اوهان مان ڪيترن پنهنجي پروفيشن سان نڀيون ۽ مڪاريون ڪيون آهن سي بہ خدا جي ڪتاب ۾ محفوظ آهن. ڪنهن غريب جو ناحق خون ٿيو ان جا اصيل اوهان وٽ پهتا، اوهان جي چاندي ٿي. غريب مقتول جي ڪيس ۾ قاتل جي طرفان سٽيي آفر تي سڄي ڪيس جو ٻيڙو ٻوڙڻ جا قصا سنڌ جي مهان ۽ ناليوارن وڏن وڪيلن جي ڪاتي ۾ جيئن گردش ڪند ارهيا آهن، عوام انهن کي پنهنجي ذهنن تان ميساريو ڪونهي. ان جو اصلي حساب ڪتاب تہ الله جي عدالت ۾ ٿيڻو آهي، ليڪن غريب عوام جي ضربيل روح مان نڪتل آهون بہ هميشہ اوهان جي پيڇي ۾ رهيون آهن ۽ انهن آهن اوهان جي زندگيءَ ۾ سک ۽ سلامتيءَ جو ماحول پيدا ٿيڻ نہ ڏنو آهي. پر اوهان ڇاڪاڻ جو عملن جي مڪافات جا مجيندڙ ٿي نہ آهيو تہ پوءِ دوائن ۽ داسين جي عياشيءَ تي مڙوئي زندگيءَ جي گاڏي کي گهلي رهيا آهيو.

سنڌ سان ڪيتريون ئي ناانصافيون ٿيون آهن، هڪ هڪ ڪري هر شيءِ ڏرتيءَ جاون جي پيرن هيٺان کسڪائي وئي آهي، ليڪن ڪنهن هڪ مسئلي تي بہ اوهان سنڌ جي وڏن وڪيلن ڪا اجتماعي ويڙهہ نہ ڏيکاري آهي. اهو بجا آهي تہ هتي قانون خود ڦورن جي گهر جي لونڊي بڻيل آهي، ليڪن ان جي باوجود مزاحمت جي ڪري جيڪو عوام کي حوصلو ملندو آهي، اوهان پنهنجي عدم تحرڪ جي ڪري عوام ۾ مزاحمت جي ان حوصلي شڪنيءَ جا مرتڪب رهيا آهيو.

اي سنڌ جا وڪيلؤ!

اسان جي ماڻهن بي حد پوڳيو آهي ۽ اوهان جو سماج سڄڻ ڪردار هن وقت ظلم ۽ ڏاڍاين جي ور چڙهيل سنڌ جي عوام لاءِ مسيحائي جو سبب بڻبو. اوهان جو پروفيشن اوهان جي انسان دوستيءَ جي ترقي ۽ اوهان جي وقار جي ڏاڪڻ آهي. اوهان پاڻ بدلايو ۽ پنهنجي پروفيشن کي هڪ مشن ڪري ونو تہ نہ صرف هتان جي ماڻهن لاءِ ڀلاين جا سوين امڪان پيدا ٿي پوندا بلڪ خود اوهان جي اندر ۾ پنهنجي زندگيءَ جي بامقصد هئڻ جون مشعلون روشن ٿي پونديون.

ڪالهوڪي سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا بندر ۽ بازاريون اسان جي قومي تشخص، آزادي ۽ شاهوڪاريءَ جا گواهہ آهن پر اسان جي اڄوڪيءَ غلامي، بدحالي ۽ بيوسيءَ تي آسمان بہ نوحا ٿو پڙهي.

ڪالهہ پٺاڻي سنڌ جي ڪنبڪرڇ ۾ ويجي وطن دوست پيغام ۽ عمل ۽ جهد ۾ جنبي ويچڻ جون نيڻيون ڏنيون هيون پر اڄ پنهنجو آرام ۽ انائون قربان ڪري در در تي بيداريءَ جي دستڪ ڏيڻ وارو ڪوبہ سڌارڪ ڪونهي رهيو.

ڪالهہ "ضمير جي آزادي" سان اسان پنهنجي ڌرتيءَ جي آزاديءَ کي محفوظ ڪري رکيو هو اڄ ساڳي ضمير جي آزادي کي مرشد، وڏيري، سياستباز ۽ ٻين مفادپرست ٽولن وٽ يرغمال بڻايو وينا آهيون، نتيجي ۾ هيڙي ترقي يافتہ دور ۾ بہ اسين فلاحي معاشري جي نعمتن کان محروم آهيون. ڪالهہ اسان جي بهادري ۽ غيرت اسان جي سرحدن جي محافظ بڻيل هئي ۽ جوان جذبن جي زنجير ٻڌجي اسين ڌارئي تلسط کي للڪاريندا هئاسين. اڄ اسان جي غيرت ۽ بهادري بيوس نياڻين، ڪمزور عزيزن ۽ نسلي جهيڙن تي صرف ٿي رهي آهي. نتيجي ۾ اسان جي ڌرتي ۽ وسيلن تي ڌارين جو قبضو جيئن پوءِ تيئن مستحڪم ٿيندو پيو وڃي.

ڪالهہ تائين "ايثار ۽ قرباني" اسان جو قومي جوهر ۽ خصوصيت بڻيل هئا، اڄ اسان جي خودغرضين ۽ مفاد پرستين انهن جذبن تي غلاف چاڙهي ڇڏيا آهن. نتيجي ۾ اسان اعليٰ انساني مرتبن جي حاصلات کان پاڻ کي محروم ڪري ڇڏيو آهي. ڪالهہ تائين توڪل ۽ اعتماد اسان کي سياڻي جي فڪر ۽ غرضن کان آجو ڪري اڄ جي همدردي ۽ همت سان همڪنار ڪندا هئا پر اڄ اسان مادي زندگيءَ جي سهولتن ۽ عيش ۾ ان جي روح کان ئي پاڻ کي بي خبر رکيو آهي. نتيجي ۾ پٽڪڻ، نوڪرون ڪاڻڻ ۽ چٽيون پرڻ اسان جو مقدر بڻجي ويو آهي!

ڪالهہ تائين اسان "قناعت ۽ سخا" جي وڙ ڪي پاڻ سان جوڙي پنهنجي لاءِ اطمينان جا اسباب پيدا ڪندا هئاسين، اڄ اهو اطمينان جو لفظ اسان جي ڊڪشنريءَ مان ئي غائب ٿي ويو آهي. نتيجي ۾ عدم سلامتي ۽ بي اطميناني اسان کي پنهنجي لپيٽ ۾ آڻي ڇڏيو آهي.

**اي سنڌ جا وارثؤ!**

اڍائي سؤ سالہ غلاميءَ جي بدترين شڪل جيئن پوءِ تيئن اسان جي مٿان مڙهجي رهي آهي. اسان جي ڌرتيءَ جي وسيلن تي قبضو ڪري انهن جي مڪمل آمدني هڙپ ڪئي پئي وڃي. هن ملڪ ۾ نڪرندڙ ڪل تيل جو 73 سيڪڙو سنڌ مان نڪري ٿو ليڪن سنڌ کي ان جي 5 سيڪڙو رائلٽي بہ نٿي ڏني وڃي. هن ملڪ ۾ نڪرندڙ 70 سيڪڙو گئس سنڌ مان نڪري ٿي ليڪن ان جي رائلٽيءَ کان بہ سنڌ کي محروم رکيو وڃي ٿو. سنڌ جي بندرگاهن ۽ بندرگاهہ واري شهر ڪراچيءَ جي ڪمائي هن ملڪ جي ٽوٽل ڪمائيءَ جي 60 سيڪڙي کان بہ وڌيڪ آهي ليڪن ان ڪمائيءَ جو 21 سيڪڙو بجيٽ ۾ سنڌ حوالي ڪيو وڃي ٿو ۽ ان جو بہ وڏو حصو ڌارين جي آباد لوڌ تي صرف ٿئي ٿو. هينئر سنڌين کي صرف اِن لاءِ جيئڻ جو موقعو ڏنو وڃي ٿو تہ اهي شهرن ۾ رهندڙن جي آرامده زندگيءَ لاءِ گهربل واهپي سامان پيدا ڪرڻ جو ذريعو هجن ۽ ان مان ڪين ايترو ملندو رهي جنهن سان هو ذلت ڀري زندگي جيئندي اهڙي ڊيوٽي ڪرڻ جي لائق رهي سگهن. انهيءَ عطا جو بہ وڏو حصو وري ڌارين جي صنعت جو مال واپرائڻ جي ذريعي شهري ٻاٻُن تائين موٽي اچي ٿو ۽ اسان جي ماڻهن کي بک، بدحالي ۽ فقرءِ فاقي ڪانسواءِ ڪجهہ بہ پلئہ نٿو پوي. هينئر عام ماڻهن جي زندگي جهنم بڻيل آهي. ٻچڙيوال ماڻهو جيڪڏهن وقت تي دال مانيءَ سان گذارو ڪري وڃي ٿو تہ پنهنجي ٻچڙن جي علاج لاءِ پريشان آهي ۽ سندن علاج جون ضرورتون بہ وياج جي ڪنيل رقمن مان پوريون ٿين ٿيون. جڏهن تہ هنن جي ٻچن جا ڪاج بہ وياج تي ورتل رقمن مان سرانجام ٿين ٿا. انهيءَ ڪانپوءِ انهن وياجن جي ادائيگيءَ ۾ زندگي جهنم بڻجي رهجي وڃي ٿي.

پنهنجي پنهنجي حلقي ۾ اهڙا گروپ جوڙيون جيڪي ماڻهن کي توحيد، تعليم، چٽائي ۽ سڌاري جي دعوت ڏين ۽ ماڻهن جي مسئلن ۾ انهن جي عملي سهائتا ۽ مدد ڪن. پنهنجو وقت ٽي وي ڊرامن، هوٽلن ۽ فالتو ڪچهرين ۾ وڃائڻ بجاءِ پنهنجي سماج جي ڪابہ ڪارائتي ڪرت پاڻ تي ذميواري سمجهي هٿ ۾ کڻون. ڪو اسڪول جي نظام

سڌارڻ جو بار کڻي، کو اسپتالن ۾ سهولتن جي نگراني ڪري، ڪو آفيسن ۾ ٿيندڙ ڪمن ۾ سهولت ڏيارڻ لاءِ پاڻ پتوڙي، ڪو مسڪينن جي بحال ڪاريءَ جو ذمو پنهنجي مٿان کڻي. ڪو هڪ مسڪين حصي ۾ کڻي، جنهن کي هو وسيلا پيدا ڪري ڏي ته جيئن اهو مستقل طور محتاجيءَ کان بچي پنهنجو ۽ پنهنجي ٻچن جو روزگار ڪري. مطلب ته ماڻهو زندگيءَ ۾ ڪونه ڪو اجتماعي ڪم پنهنجي لاءِ چونڊي کڻي، جنهن لاءِ هو پاڻ کي ديوانو بڻائي ڇڏي. الله اهڙي ماڻهوءَ کي پنهنجو دوست بڻائي ٿو ۽ ان تي اڻ ڳڻيون مهربانيون ڪري ٿو جيڪو الله جي عيال، ان جي مخلوق جي سهائتا ۽ مدد ۾ ديوانو بڻيل رهي ٿو.

اي سنڌ جا وارثؤ!

هينئر وقت اچي ويو آهي ته اسان پاڻ بدلايون ۽ جيڪڏهن هينئر به پاڻ بدلائڻ جي واٽ نه ورتي سين ته پوءِ ميسارجي ويندا سين. قومون انقلابن مان گذرنديون آهن ۽ اهي انقلاب قومن جي پاڻ بدلائڻ لاءِ وڏي اٿل پٿل هوندا آهن. اسان کي ان اٿل پٿل مان ڪو مسيحا اچي گذاريندو! اهو خيال مٿي مان ڪڍي ڇڏڻ گهرجي. ان اٿل پٿل جو آغاز اسان کي پاڻ کي ڪرڻو آهي. اسان کي ان توحيد جي روح طرف موٽڻو آهي جنهن، پنج هزار سال اڳ ابراهيمي دين تي قائم رهندي اسان کي دنيا جي شاهڪار تهذيب جو مالڪ بڻايو هو. اها توحيد، جنهن برصغير ۾ اسلام جي آمد سان اسان جي شناخت کي ممتاز ڪري رکيو هو. جنهن اسان کي سمن ۽ ڪلهوڙن جي دور ۾ سنڌ جي آجپي جي لائق بنائي رکيو هو. ان توحيد سان ئي اسان کي پنهنجي ۽ پنهنجي، رب جي سڃاڻپ حاصل ٿيندي. انهيءَ توحيد سان ئي اسان کي سڀني انساني غلامين مان نجات ملندي، ان توحيد سان ئي اسان ۾ اعليٰ انساني قدرن جي آبياري ٿيندي.

اي سنڌ جا وارثؤ!

اُٿو ۽ پنهنجي روح ۽ قلب کي بيدار ۽ پنهنجي ضمير کي مضطرب ڪري سماج جي تبديليءَ لاءِ تيار ٿيو. خدا انسان ۾ ڌرتي جي شعور کي پنهنجي قومي سگهه جو فڪري محرڪ بڻائي اجتماعيت جي عمل ۾

سرگرمين سان اڳتي وڌو. اسان جي گهٽين پوڳنائن جو تعلق اسان جي انفراديت پسنديءَ جي روين جي ڪري آهي.

هن قوم ۾ شخصي جوهر بہ آهي، سٺل صلاحيتون بہ آهن ۽ ڪامنڊڙ ارادا بہ آهن ۽ جتي اهي ٿيئي شيون موجود هجن اتي تبديلي ممڪن ڪان پري ڪونهي. اوهان اهڙي تبديليءَ کي ممڪن بنائڻ جي لاءِ رڳو پنهنجي ماڻهپي ۽ پنهنجي خدا سان هڪ وچن ڪري بامقصد زندگيءَ جو آغاز ڪري وجهو. ان مقصد جي لاءِ اوهان هيٺين ڇهن نڪتن تي پختي عزم سان عمل شروع ڪيو. اوهان جي نشاة ثانيہ جو آغاز ٿي ويندو.

1. قرآن مجيد حق سچ جي واٽ ۽ ماڻهپي جو شعور ڏيندڙ آخري ميچوئر منشور آهي. ان کي رهبر ۽ مرشد بڻائي ان جي ضابطن هيٺ بامقصد زندگيءَ جو آغاز ڪريو.
2. پنهنجي پنهنجي شعبي ۾ ڀرپور مهارت سان پنهنجيون ذميواريون اهڙيءَ طرح سرانجام ڏيو جو هر لحاظ کان انسانن لاءِ نفعي بخش بڻجو.
3. سماجواديت کي پنهنجو عقيدو بڻايو ۽ اوهان جي جيتري بہ هوند آهي. انهيءَ جو هڪ قابل قدر حصو لازمي طرح قومي ۽ اجتماعي مقصدن ۾ خرچ ڪريو.
4. انفراديت پسندي ۽ انائون ڇڏي نيڪي ۽ حقن جي حاصلات لاءِ اٿندڙ آواز جو عملي ساٿ ڏيو ۽ بدي ۽ ظلم جي خاتمي لاءِ اجتماعي ڪوشش ۾ ڀرپور شرڪت ڪريو.
5. سماج ۾ تبديليءَ جي ديوانگي ۽ عشق پيدا ڪريو ۽ اهڙي تبديلي لاءِ ٿيندڙ سماجي، قومي ۽ سياسي مزاحمت ۾ عملي طرح شريڪ ٿيو.
6. سنڌ کي تعليمي اوج تي رسائڻ لاءِ پنهنجو مشنري ڪردار ادا ڪيو. روزانو پنهنجي ٻچن جي تعليمي رپورٽ جاچيو. ٻين جي محروم ٻچن جي تعليمي سهائتا ڪيو ۽ استادن جي سهڪار سان سرڪاري اسڪولن جي نظام کي بہ بهتر بنائڻ جي مهم جوئي شروع ڪريو.

قومن کي نشاة ثانيہ جي عمل مان گذارڻ جي لاءِ ڪجهہ ديوانا گهربا آهن جيڪي پنهنجون سوين زندگيون تلف ڪري ڪروڙين زندگين کي سڦلتا عطا ڪري ويندا آهن. جيڪي پنهنجون سوين خواهشون تهس نهس ڪري ڪروڙين خوشين کي جنم ڏئي ويندا آهن ۽

پنهنجون اڻ ڳڻيون صلاحيتون وقف ڪري ڌرتيءَ کي نئون جنم مهيا ڪري ويندا آهن. رب ڪريم جو واعدو آهي تہ جيڪي اسان جي واٽن تي پختي عزم ۽ جهد سان هلي پوندا آهن، اسان انهن جي لاءِ ضرور ضرور رهنمائي ۽ سڌائيءَ جا دروازا کوليندا ويندا آهيون.

(محترم نور احمد ميمڻ جي ڪتاب "اي سنڌ جا سنڌيو!" تان ورتل)



هي ڪتاب "سنڌ جو سوال"

هي سوال پاڪستان لاءِ اهميت رکي ٿو

اهڙيءَ ريت سنڌ جي هاڻوڪي حالت جو هڪ جائزو هن ڪتاب ۾ پيش ڪيو ويو آهي.

هي سُوالَ ان لاءِ رکيا ويا آهن ته جيئن پڙهندڙ هن گفتگو ۾ شامل ٿي پنهنجي طرفان وڌيڪ راءِ ۽ جَوابَ ڏين. هن حوالي سان جيڪڏهن نَوَن موضوعن تي گفتگو ٿئي ته اها به ضرور پيش ڪن. چاڪاڻ ته اڃا ڪيئي معاملا غور طلب آهن.

سنڌ 21 سينچري فورم طرفان انهن موضوعن تي ڪيئي دفعا دانشورن، اديبن، صحافين ۽ سينيئر آفيسرن جون ڪيئي نشستون منعقد ڪيون ويون آهن ۽ باشعور عوام جي سوچ جي اظهار جي عڪاسي ڪندي سنڌ جي مخلص عالمن، اديبن ۽ دانشورن جيڪي مضمون مختلف مسئلن تي لکيا آهن، انهن مان چونڊ ڪري هن ڪتاب ۾ شامل ڪيو ويو آهي.

انهن مسئلن تي هيءُ ڪتاب پٿر تي لڪير ناهي، پر هن ۾ وڌيڪ اضافي جي گنجائش آهي ۽ ايندڙ وقت ۾ ان ۾ اڃا واڌارو ٿي سگهي ٿو.

هن وقت سنڌ جو مقام ۽ مرتبو پاڪستان ۾ ۽ عالمي سطح تي ڪهڙو آهي.....؟

سنڌ جا رهندڙ ڇا ٿا محسوس ڪن...؟

تعليم يافته نوجوانن جي بيروزگاري، هزارين بند پيل اسڪول ۽ ڪيترائي گوسڙو ۽ گمنام استادن جو مسئلو اسان جي تعليمي تباهيءَ جو آئينيدار ۽ عڪاس آهي، اهڙيءَ طرح صحت جي حالت به انتهائي ڳڻتيءَ جوڳي آهي، وطن عزيز ۾ تيل ۽ گئس جي حوالي سان سنڌ سڀ کان وڌيڪ مالدار صوبو آهي. تنهن هوندي به هتان جا رهاڪو انتهائي غربت جي زندگي پيا گذارين. ٿر ۾ معصوم ٻارڙن جو موت انجو چٽو ثبوت آهي.

سنڌ ۾ ڪامورا شاهي ۽ مڪاني ادارن ۾ بدعنوانيءَ سڄي صوبي کي ڪچري جو ڍير بڻائي ڇڏيو آهي. سنڌ ۾ سنڌين جي نمائنده سرڪار هوندي به سنڌي پنهنجو پاڻ کي ڪراچيءَ ۾ اوپرو ڇو ٿو سمجهي؟

اسان کي اهڙن سوالن جا جواب ڳولڻا آهن. هي ڪتاب سنڌ جو سوال آهي. اچو ته انهن سوالن جا جواب ڳوليون.

**عبدالله حسين هارون**

چيئرمين

سنڌ 21 سينچري فورم

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻُ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻ، سمجهه ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهه نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهه پاڙهيندڙن اِهو سوچي مَڙهڻ ته ”هاٿي ويڙهه ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪچي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهه ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا يارُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)